# ڪنوار جي سيج

جبران خليل جبران

ترجمو: م. ن. محزون

ڪتاب انٽيھون

# ڪنوار جي سيج

جبران خليل جبران

ترجمو: م. ن. محزون




سنڌي ساهت گهر حيدرآباد سنڌ

1991

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | ڪنوار جي سيج |
| ليکڪ: | جبران خليل جبران |
| مترجم: | م. ن. محزون |
| پهريون ڇاپو: | ناشر، مولوي عبدالغفار صاٻري مهيسر 1947ع |
| ٻيو ڇاپو: | جولاءِ 1991ع |
| ٽائيٽل ڪيليگرافي: | شاهد گل ٻيو |
| ڇپيندڙ: | ذڪي آرٽ پريس ڪراچي سنڌ. |
| قيمت: | ٽيه روپيا |

Rs: 30- 00

**{سنڌي ساهت گهر- ڪتاب نمبر اٺٽيهون 38}**

KUNWAR- JI- SEAJ
Jibram- Khalil- Jibram

'RANSlATEd: *M. N. Mahzoon*
'ublisHEd: *Sindhi- Sahat- Ghar*
*3, Nizam Ladge,*
*Ghari Khato, Hyderabad Sindh.*
'Nd EdITION: *July*

# ٻه اکر

م.ن.محزون سنڌيءَ جو اُهو پيارو ليکڪ آهي، جيڪو سالن کان ادبي دنيا کان ڇڄڻ وڇڙيل آهي. اُن ۾ شايد آءٌ ٻه ڏوهي آهيان. ست اٺ سال اڳ ان کان خليل جبران خليل جا سنڌس ترجمو ڪيل ٻه بهترين ڪتاب 'ڪنوار جي سيج' ۽ "پڳل ڪنيڙانيون" ڇپائڻ لاءِ ورتا هئم ۽ ايڏي عرصي گذرڻ کان پوءِ ٻه، مان اُهي آئي نه سگهيس ۽ نه پاڻ وري ڪڏهن ميار ڏنائين. ان دوران سنڌيءَ جي هڪ ٻئي پبلشر، "پڳل ڪنيڙانيون" جو ٻيو ڪو ترجمو ڇپرائي وڌو. محترم م.ن. محزون، سنڌيءَ جي انهن قلمڪارن ۾ شامل آهي، جنهن جبران جهڙي مهان قلمڪار کي سنڌيءَ ۾ ڀرين متعارف ڪرايو.

'ڪنوار جي سيج' ڇپائيندي، خوشي پئي ٿئي. وڌيڪ خوشي تڏهن ٿيندي جڏهن م.ن. محزون جهڙو پيارو ماڻهو ادبي ڪيتر ۾ وري موٽي ايندو.

حيدرآباد سنڌ

28- جون- 1991ع

ناز سنائي.

عزيزي نورالدين جتوئي
بار - ائٽ - لا

جي
نالي

بهر جائے کہ باشي خدا يار تو
محمد هميشه نگهـدار تـو

ترجمو خود هڪ فن آهي - هي هڪ
زبان جي جادو کي ٻيءَ زبان جي طلسم
۾ منتقل ڪرڻ جي تخليقي عمل جو
نالو آهي.

**جبران**

# ياسمين

ڪيتري قدر نہ بدنصيب آهي اهو مرد، جو ڪنهن نوبهار شباب تي فدا ٿي ساڻس شادي ڪري ٿو، ۽ پنهن جي پيشانيءَ جو پگهر ۽ پنهن جي دل جو خون سندس قدمن تي صدقو ڪري ٿو. پنهن جي محنتن جي ثمر ۽ پنهنجي ڪوشش جي حاصل سان سندس منهن پري ٿو ۽ اوچتو کيس معلوم ٿئي ٿو ته جنهن دل کي هن ڏينهن جي بيقراري ۽ راتين جي بيداري جي بدلي خريدڻ گهريو ٿي، اها ڪنهن ٻئي مرد کي ـــــ سندس دل جي پاڪيزگين کان لطف اندوز ۽ سندس محبت جي. پيد کان مست ٿيڻ لاءِ ـــــ مفت ڏني وئي آهي.

۽ ڪيتري قدر نہ ڪرمن ڦٽي آهي اها عورت، جنهن جوانيءَ جي نشي سان هوشيار ٿي ڪري، پنهن جو پاڻ کي هڪ اهڙي مرد جي گهر ۾ ڏنو،

جو متس پنهن جي دولت ۽ بخشش جي برسات ڪريئو، ڪيس پنهن جي لطف ۽ ڪرم سان نوازي ڇڏيو، پر نه سندس دل کي زندگي بخشيندڙ محبت جي شعله سان ڇهي سگهي ٿو، نه سندس من کي آن آسماني شراب سان پر ڪري سگهيٿو، جنهنکي الله مرد جي اکين سان عورت جي دل ۾ تمائيندو آهي.



سان نعمان کي ننڍپڻ کان سچاڻندو هوس، سندس وڏا لبنان جا هئا، پر هو بيروت ۾ پيدا ٿيو هو. هو هڪ قديم و ڪهنه خاندان جو چشم و چراغ هو، جنهن ۾ پراڻيون رسمون اڃان تائين زنده هيون. پنهن جي بزرگن جي حالات بيان ڪرڻ جو — جنهن کان سندس فضيلت ظاهر ٿيندي هجي — هو گهڻو خواهشمند رهندو هو — زندگي جي رهڻي ڪهڻي ۽ عقيدن جي لحاظ کان هو قدامت پسند هو، انهيءَ ڪري ڪيس مغربي تمدن خصوصا مغربي طرز جو لباس سخت ناپسند هو. جنهن کي پائي ڪري پهريندڙ ائين معلوم ٿين ٿيون جيئن مشرق جي بهار ۾ پکين جا ولرا!

نعمان نيڪدل ۽ خوش اخلاق هو. پر گهڻن شامين وانگر هو به شين جي معنيٰ تي ڌيان ڏيڻ

جي بجاءِ سندن ظاهري رخ کي ڏسندو هــو ۽ پنهن جي روح جي نغمہ تي ڪن ڏرڻ جي بدران، پنهن جي جذبات کي انهن آوازن جــي ٻــڌڻ ۾ مشغول رکندو هو، جي سندس ماحول جا پئــدا ڪيل هئا ـــ هو پنهن جي خواهشن کي انهن مادي گمراهين سان ريجهائيندو هو جي عقل کي انــڌو ڪري ان کي زندگي جي تهہ تائين پهچڻ نہ ڏيون ڏين ۽ عقل کي زندگي جي ڀيد دريافت ڪــرڻ کان هٽائي ڪيس چند ڏينهن جي لذتن ۾ گم ڪري ڇڏين ـــ هو انهن ماڻهن مان هو جي انسان يا شين جي متعلق پنهن جي محبت يا نفرت جــي اظهار ۾ جلدي ڪن ٿا ۽ پوءِ پنهنجي جلد بازيءَ تي شرمنده ٿين ٿا، پر اهڙي پشيماني قابل معافيءَ هئڻ بدران نٺولي تي وڃي ٿي.

هيءَ ٿي طبيعت جي فطرت هئي جنهن سبب نعمان ياسمين سان شادي ڪري ڇڏي، انهيءَ کان پهريائين ڪ ازدواجي زندگي کي جنت بنائڻ واري حقيقي محبت جي ٻاڇي ۾ انهن ٻنهي جــا روح جذب ٿي وڃن ها ـ!

مان ٿورا سال بيروت کان ٻاهر رهيس ۽ واپس اچڻ تي نعمان سان ملڻ ويس ـ مون ڏٺو تہ هنجو

جسم ڪمزور ٿي ويو آهي - رنگت ڪارائتجي وئي اٿس - مرجهايل منهن رنج ۽ غم جي تصوير بڻيل آهيس ۽ درد سان ڀريل نگاهون سندس دل جي تباهي ۽ سيني جي بي نوريءَ جو چپ چاپ داستان ٻڌائي رهيون آهن — گرد و پيش جي گهولها منهن جي لاءِ ڪٺن هئي ۽ سندس مايوسي جو ظاهر ۾ ته ڪوبه سبب نظر نه ٿي آيو - تنهنڪري مون پڇيس:

"دوست! توتي ڪهڙي مصيبت ڪري؟ اهو ٻالڪپڻو ڪٿي؟ جو تنهن جي منهن مان ڪرڻن وانگر بکندو هو - ۽ اها خوشي ڪاڏي وئي؟ جا تنهن جي جواني سان ڇهتي رهندي هئي! ڇا، موت تنهن جي ڪنهن پياري دوست کي توکان جدا ڪري ڇڏيو آهي؟ يا ڏينهن جي روشني ۾ حاصل ڪيل سرمايو اونداهين راتين ڪسي ورتو آهي؟ دوستيءَ جو واسطو اٿئي مون کي ٻڌاءِ، تنهن جي جان کي هي ڪهڙو روڳ لڳي ويو آهي؟ جو تنهن جي جسم کي اڌ هي وانگر کائي رهيو آهي!"

هن منهن جي طرف ڏٺو، انهيءَ ڏکايل وانگر جنهن جا تصورات جنهن کي سکين ڏينهن جي تصوير ڏيکارين ۽ پوءِ لڪايو ڇڏين ۽ مايوس

آواز ۾ ھڪي ھڪي چوڻ لڳو :

”پياري دوست جي جدائي برداشت ٿي سگھي ٿي، جيڪڏھن پيا پيارا دوست ھجن، مالي نقصان برداشت ڪري سگھجي ٿو جيڪڏھن سندس پورائي جا امڪان ھجن، پر جيڪڏھن دل جو آرام ويندو رھي ته پوءِ ڪيئن صبر اچي سگھندو ۽ دنيا جي ڪھڙي شيءِ سندس بدل ٿي سگھندي؟“

موت پنھنجو ظالم ھٿ وڌائي ٿو ۽ نھايت بيرحمي سان توکي گھٽي ٿو، تون درد جي شدت ڪان ڪنجھين ٿو، پر گھٽا ڏينھن ٿي نه ٿا گذرن ته نئين زندگي جون آڳريون توکي پنھنجي جسم ڪي ڇھندي نظر اچن ٿيون ۽ تون خوش ٿي ٽڄين ٿو ــــ !

غفلت جي گھڙين ۾ زمانو اچي ٿو ۽ پنھن جي گول گول پيوانئين اکين سان توکي گھوري ٿو. پنھنجي فولادي چنبي سان تنھن جو گردن گھٽي ٿو ۽ بيدرديءَ سان توکي زمين تي دسي ٿو، پنھن جي لوھائين پيرن سان توکي چيتاڙي ٿو ۽ ڪلندو ھليو وڃي ٿو، پر ٿوري ئي دير ۾ شرمنده ٿي ڪري واپس اچي ٿو، معافي گھرندي توکي نازڪ ھٿن سان اٿاري ابيد جا نغمه پڏائي ٿو ۽

تون مسرور ۽ خوش ٿي وڃين ٿو.

رات جي پاڇن سان بي انداز مصيبتون ۽ الم ناڪ تڪليفون اچن ٿيون ۽ صبح جي پهچن سان ئي ختم ٿي وڃن ٿيون ۽ تون پنهن جي عزم ۽ ارادي جي ڀروسي تي پنهن جي خواهشن سان چنبڙيو رهين ٿو.

ير تنهنجي زندگيءَ جي ملڪيت، بس فقط هڪ ئي بلبل هجي، جنهن سان توکي محبت هجي، جنهن کي تو ڪاٺ لاءِ پنهنجي دل جا ٽڪر ۽ پيٽ لاءِ پنهنجي اکين جو نور ڏنو هجي، جنهن جي لاءِ تو پنهن جي پاسرين کي پنجرو ۽ پنهن جي روح کي آکيرو ٺاهيو هجي، ۽ تنهن جي ڏسندي ڏسندي اها بلبل پنجري کان نڪري آسمان جي طرف اڏري وڃي ۽ بادلن تائين وڃي پهچي، وري هيٺ لهي ۽ اهڙي پنجري ۾ وڃي پوي جتان سندس ورڻ جي ڪا راه نه هجي تہ پوءِ تون ڇا ڪندين؟ توکي آرام ۽ قرار ڪيئن حاصل ٿيندو؟ ۽ تنهن جون اميدون ۽ تمنائون ڪيئن زنده رهي سگهنديون؟"

نعمان پوڍان اکر گهٽيل ۽ دردناڪ آواز ۾ چيا ۽ ڏڪندو ٿڙڪندو اٿي ڪڙو ٿيو، جيئن هوا

جي موج ۾ هڪ تيلو! هن پنهن جا هٿ اڳيان وڌايا ۽ ڇٽڪ پنهن جي ڪپڙن آڱرين سان ڪنهن شيء کي پڪڙي ڪري تڪر تڪر ڪري ڇڏڻ ٿي چاهيو - هن جو منهن غصي کان ڳاڙهو ٿي ويو هو - اکيون ڦاٽي رهيون هيس ۽ اکين جا پردا سخت تيندا پئي ويس - هو هڪ منٽ لاءِ گهوريندو رهيو ڇڻ ته پنهن جي سامهون ڪنهن ڀوت کي ڏسي رهيو هجي، جو زمين جي تهه مان نڪري ڪري هن کي مارڻ آيو هجي، پوء هن منهن جي طرف ڏٺو، هن جي منهن جو رنگ فورا پنهن جي اصلي حالت ۾ اچي ويو ۽ غم ۽ غصو، درد ۽ الم ۾ بدلجي ويو — روئيندي هن چيو:

”هوءَ عورت آهي —— هائو! هوءَ عورت آهي، جنهن کي مون فڪر ۽ فاقہ جي تاريڪ ڪڏ مان ڪڍيو ۽ پنهنجي خزانن جا منهن سندس جي لاءِ کولي ڇڏيم، جنهن کي مون بهترين لباسن، قيمتي زيورن، اعليٰ درجي جي ساز و سامان ۽ خادمن ۽ نوڪرن سان نوازي ڪري ڪيس پاڻ جهڙين ۾ اعزاز ۽ امتياز بخشيم —— اها عورت جنهنکي سان دل و جان سان چاهيندو هوس، جنهنجي قدمن تي مون پنهنجي محبت قربان ڪري

چڏي، جنهنجي لاءِ منهنجي جان به حاضر هئي ۽ جنهنکي مون پنهنجي بخشش ۽ عطا سان مالا مال ڪري ڇڏيو ــــ هوءَ عورت، جنهنجو مان محبت ڪندڙ دوست، پر خلوص رفيق ۽ امانتدار خاوند هوس، ان منهنجي امانت ۾ خيانت ڪئي! آهه! هن مونسان دغا ڪئي ۽ هڪ اهڙي شخص جو گهر وڃي وسايو، جنهن وٽ سچائي ۽ تنگدستي کان سواءِ ڪجهه ناهي، هائي هوءَ هن وٽ مفلسيءَ ۽ شرم سان گهوهيل ماني کائي ٿي، ذلت ۽ عيب سان گدلو پاڻي پيئندي آهي ــــ هوءَ خوبصورت بلبل جنهنکي مون ڪائڻ لاءِ پنهنجي دل جا ٽڪر ۽ پيڻ لاءِ پنهنجي اکين جو نور ڏنو، جنهن لاءِ مون پنهنجي پاسيرين کي پڃرو ۽ پنهنجي روح کي آکيرو بڻايو، آهه! اها منهنجي سامهون، منهنجي قبضي مان نڪري ڪري هڪ اهڙي پڃري ۾ وڃي وٺي آهي جو جهانگيلو ٻير جــي ڪانڊيرن جو ناهيو ويو آهي، جنهن ۾ ڪائڻ لاءِ ڪنڊا ۽ ڪبڙا ۽ پيئڻ لاءِ زهر يا ٽوهه جو پاڻي آهي ۽ بس! ــــ هوءَ پاڪ حور جنهن سان مون ڪڏهين پنهنجي محبت جي جنت آباد ڪئي هئي، هڪ خوفناڪ شيطان بڻجي جهنم زار ظلمت ۾ وڃي ڦاٿي

آهي ته جيئن خود به پنهنجي گناهن جي سزا ڀوڳي ۽ مونکي به پنهنجي ڪرتوتن سان صدمو پهچائي—“

نعمان خاموش ٿي ويو ۽ پنهي هٿن سان پنهن جو منهن ڍڪي ڇڏيائين ڄڻ ته پنهنجو پاڻ کي پنهنجي پاڻ کان بچائڻ گهرندو هجي، وري ٿڌو ساهه کنيائين ۽ چوڻ شروع ڪيائين:

”بس ايتروئي ٻڌائي سگهان ٿو — هن کان وڌيڪ مون کان ڪجهه نه پڇ، منهنجي مصيبت تي لڙڪ به نه وهاءِ، پر ان کي ”غم خاموش“ رهڻ ڏي، ٿي سگهي ٿو ته خاموشي موت بڻجي ڪري منهن جي لاءِ آرام ۽ راحت جو سبب ٿي وڃي!“

مان پنهنجي جاءِ تان اٿيس، منهن جا پلڪ ڳوڙهن سان تر هئا، همدردي جا جذبات منهنجي دل کي پيهي رهيا هئا- مون نعمان کي بزبان خاموشي الوداع چئي، انهيءَ لاءِ ته اهڙو ڪو به لفظ منهنجي علم ۾ نه هو جو سندس زخمي دل کي تسلي ڏئي سگهي ۽ عقل ۽ حڪمت جو ڪوئي اهڙو شعلو مون کي نظر نه ٿي آيو جو سندس روح جي تاريڪين ۾ سوجهرو ڪري ڇڏي.





ڪجھ ڏينھن ڪان پوءِ گلن ۽ وڻن جي جھنڊ ۾ ھڪ معمولي گھر ۾ مون ياسمين سان پھريون دفعو ملاقات ڪئي، ھوءَ نعمان جي گھر ۾ منھن جو نالو بڌي چڪي ھئي —— آھ! نعمان جنھن کي ياسمين دلشڪسته ڪري زندگي جي غارن ۾ مڙھ وانگر ڇڏي ڏنو ھو!

مون جڏھين ياسمين جون نوراني اکيون ڏٺيون ۽ سريلو آواز ٻڌو ته ٻنھن جي دلبر ڇيو: "ڇا ھيءَ عورت بدچلن ٿي سگھي ٿي؟ ڇا ھي خوبصورت چھرو ناپاڪ روح ۽ گنھگار دل جي پرده داري ڪري سگھندو؟ ڇا نعمان جي خيانتڪار زال ھيءَ آھي؟ ڇا ھيءَ ئي اھا عورت آھي جنھنکي مون پنھنجي تصور ۾ ڏٺو آھي ته ھوءَ خوبصورت پکيءَ جي شڪل ۾ خوفناڪ

نانگڻ آهي؟"

مون پنهنجي خيالات جو رخ بدليو ۽ دل ۾ هورڀان هورڀان چوڻ لڳس:

"جيڪڏهن هن بدقسمت انسان کي تباهه ڪندڙ هي حسين چهرو ناهي ته پوءِ ڪير آهي؟ ڇا هي پڏڻ ۽ ڏسڻ ۾ نه آيو آهي ته ظاهري خوبيون ڪنهن وقت غير محسوس تڪليفن ۽ گهري رنج ۽ الم جو سبب ٿي پونديون آهن؟ ڇا اهوئي چنڊ جنهنجي روشني جي پالوٿ سان شاعرن جي تخيل ۾ جان پئجي ٿي وچي سمنڊ ۾ ويرون پيدا ڪري طوفان جو ڪارڻ نتو بڻجي؟"

اسين بئي ويٺاسين، ياسمين شايد منهن جي فڪر مندي جو احساس ڪندي اهو مناسب نه سمجهيو ته منهنجي حيرانين ۽ شبهات جي وچ ۾ جا ڇڪتاڻ آهي سا گهٽو نه وڌي تنهن ڪري هن پنهنجي حسين سر کي خوبصورت هٿ جو سهارو ڏنو ۽ بانسريءَ ڪان به وڌيڪ رس ڀريئي آواز ۾ چوڻ لڳي:

"جيتوڻيڪ هن کان اڳ مون کي اوهان سان ملاقات جو شرف حاصل نه ٿيو آهي تنهن هوندي به مان اوهان جا خيالات ماٺهن جي واتان

ٻڌي چڪي آهيان، مون کي خبر آهي ته اوهين مظلوم عورت جا همدرد، هن جي ڪمزورين جا حامي ۽ سندس جذبات کان با خبر آهيو، انهيءَ ڪري مان چاهيان ٿي ته پنهنجو سينو چاڪ ڪري اوهان جي سامهون رکان ته جيئن اوهان منهنجي دل جا ناسور ڏسو ۽ جيڪڏهن مناسب سمجهو ته دنيا کي ٻڌايو ته ياسمين هرگز خيانت ڪار ۽ بد چلن ناهي.

منهنجي عمر ارڙهن سالن جي هئي جڏهن قضا الاهي مون کي نعمان جي حوالي ڪيو. هو ان وقت تقريبا چاليهن سالن جو هو، جيئن ته سڀ کي معلوم آهي ته، هو منهنجي طرف مائل ٿيو ۽ شريفاڻي نموني محبت جون پينگهون وڌائڻ شروع ڪيائين، آخر ۾ هن مونسان شادي ڪئي ۽ مون کي پنهنجي شاندار گهر ۾ ملڪه بڻايو. هن مونکي ريشمي پوشاڪ پهرائي، منهنجي سر، گردن ۽ ٻانهن کي جواهرن سان زينت بخشي ۽ هڪ قيمتي تحفه وانگر پنهن جي يارن دوستن ۾ گهمائيندو رهيو. سندس يار دوست جڏهن مونکي حيرت ۽ پسنديدگي جي نگاهن سان ڏسندا هئا ته سندس چپن تي هڪ فاتحانه سرڪ رقص ڪرڻ لڳندي هئي. جڏهن هن جون زالون منهن جي حسن ۽ جمال جي

تعريف جا گيت ڳائيندي هيون ته سنڌس فخر سان پريل ڳالهه مٿي ڪجهه ويندو هو —— پر — افسوس! شايد هو انهن عورتن جي سرگوشين ڪان بي خبر هو — ڪا چوندي هئي:

”هي نعمان جي زال آهي يا سنڌس گود جي ڌيء؟“

ته ٻي چوندي هئي:

”جيڪڏهن نعمان جواني ۾ شادي ڪري ها ته سنڌس ٻهرين زال جو ٻار عمر ۾ ياسمين کان وڏو هجي ها —!“

”ان کان ٻهريائين جو منهنجي زندگي نندڻ جي گهري ننڊ مان سجاڳ ٿئي ها، ان کان اڳ جو فطرت منهنجي دل ۾ محبت جي چڻگ پيڙڪائي ها، ۽ ان کان اول جو منهن جي سيني ۾ خواهش جو ٻج پوکجي ها، اهو سڀ ڪجهه ٿي ويو —— ها! هي سڀ ڪجهه، ان وقت ٿيو جڏهين مان خوبصورت ڪپڙن سان پنهنجي جسم کي زينت ڏيڻ، عاليشان گاڏين ۾ گهمڻ ڦرڻ ۽ قيمتي ڪپڙا پهرڻ خوش قسمتيءَ جي انتها سمجهندي هيس — پر جڏهين مان سجاڳ ٿيس ۽ سمجهه جي روشني منهن جون اکيون

ڪوليون ته مون پنهنجي پاسي ۾ مقدس باه جي شعله جي چري محسوس ڪئي جا منهنجي دل کي جلائي رهي هئي ۽ پنهنجي روح تي هڪ رنج ۽ غم سان پيريل اڄ طاري ٿاتم جا منهنجي جان کي جهوري رهي هئي ـــ جڏهين مان سجاڳ ٿيس ته مون ڏٺو ـ منهنجون ٻئي ٻانهون ڦر ڦر ڪري رهيون آهن ۽ مون کي محبت جي آسمان طرف اڏائي وڃڻ چاهين ٿيون ـ مان ڏکي ويس ۽ عاجزي ۽ بيڪسي جي احساس کان ساڻي ٿي ڪري قانون جي انهن زنجيرن طرف ڪري پيس، جنهن ۾ جسم کي، انهن پابندين جي حقيقت ۽ ان قانون جي انجام سمنجهڻ کان اڳ ئي بري طرح جڪڙيو ويو هو ـــ جڏهين مان سجاڳ ٿيس ۽ انهن شين جو شعور مون کي حاصل ٿيو ته مون سمجهيو ته عورت جي خوش قسمتي، مرد جي بزرگي ۽ ڀرداري يا سندس وقار ۽ ڪرم ۾ نه آهي پر انهيءَ محبت ۾ آهي جا عورت جي روح کي مرد جي روح ۾ جذب ڪري مرد جي دل کي ان جي جذبات سان لبريز ڪري ٿي ۽ پوءِ انهن ٻنهي کي زندگي جي جسم جو هڪ عضوو ۽ خداوندي لبن جو هڪ ڪلمه بڻائي ڇڏي ٿي

جڏهين هيءَ دردناڪ حقيقت مونکي معلوم
ٿي ته مون پنهنجو پاڻ کي نعمان جي گهر ۾
چور وانگر محسوس ڪيو، جو هنجي ڏڪرڻ: تي
وقت گذاري ٿو ۽ رات جي اونداهين ۾ غائب ٿي
وڃي ٿو. مان سمجهي ويس ته جو وقت مان سندس
پاسي ۾ گذاريان ٿي اهو هڪ خطرناڪ فريب
آهي، جنهن کي مڪاري، زمين ۽ آسمان جي
سامهون، مقدس روشن حرفن ۾ منهنجي پيشاني
تي لکي ڇڏي ٿي — هي مون انهيءَ ڪري
سمجهيو ته مان سندس لطف ۽ ڪرم جي جواب
۾ نه ساڻس محبت ڪري ٿي سگهيس، نه سندس
خلوص ۽ نيڪ نيتي جي بدلي ڪيس پنهنجي توجهه
جو مرڪز بڻائي ٿي سگهيس — مون چاهيو —
۽ غلط چاهيو — ته ساڻس محبت ڪرڻ
سکان پر نه سکي سگهيس. ڇاڪاڻ ته محبت دلين
جي تخليق ڪريتي، دل محبت جي تخليق نه ٿي
ڪري سگهي — مون رات جي خاموشين ۾ خدا
کان روئي روئي دعائون گهريون ته منهنجي دل
جي گهرائين ۾ هڪ روحاني جذبو پيدا ڪر جنهن
جي سهاري مان هن شخص جي تمام قريب ٿي
وڃان جنهن کي تقدير منهن جي زندگي جو ساٿي

ٻڌايو آهي – پر بي فائده! خدا منهن جي دعا قبول نہ فرمائي، شايد انهيءَ لاءِ جو محبت الله جي طرفان اسان جي روحن تي نازل ٿئي ٿي، گهرڻ سان نہ ٿي ملي-

مون پورا ٻہ سال اهڙي طرح هن گهر ۾ گذاريا جو مون کي جهرڪين جي آزادي تي رشڪ ايندو هو ۽ منهنجي هم جنسن کي منهنجي قيد خاني تي – انهيءَ ماءُ وانگر جنهن جو هڪ ئي مربي پٽ مري ويو هجي، مان پنهنجي دل تي ماتم ڪندي رهيس، جا پيدا تہ ڪئي وئي هئي معرفت جي لاءِ پر قانون جي زنجيرن ۾ قاسي ڪري بک ۽ اڃ کان مري رهي هئي-

آخرڪار انهن تاريڪ ڏينهن ۾ هڪ ڏينهن تاريڪي جي پوئيان مونکي روشني جي هڪ جهلڪ نظر آئي جا هڪ نوجوان جي اکين مان نڪري رهي هئي- هي نوجوان زندگي جي راه ۾ اڪيلو وڃي رهيو هو- هن، معمولي گهر ۾، ڪتابن ۽ ڪاغذن جي وچ ۾ اڪيلي زندگي بسر ڪندو هو- مون پنهنجون اکيون ڪٽي بند ڪيون تہ جيئن انهيءَ جهلڪ کي نہ ڏسي سگهان ۽ پنهنجي دل ۾ چيو:

”ياسمين تنهنجي نصيب ۾ نہ قبر جي اونداهي آهي پوءِ تون روشنيءَ جي لالچ ڇو ٿي ڪرين!“

مون کي لڳايو تہ پاڪ جهان جو دلڪش نغمو ٻڌو. مان جهومڻ لڳس، نغمي جي لطافت ۽ پاڪيزگيءَ منهنجي هر چيز تي قبضو ڪري ڇڏيو مون پنهنجي ڪنن ۾ آڱريون ڏئي ڇڏيون ۽ چيو:

”ياسمين! تنهن جي قسمت ۾ تہ دوزخين جون دانهون ڪوڪون لکيل آهن، پوءِ هيءَ نغمي جي لالچ ڇا لاءِ؟“

مون پنهنجون اکيون بہ بند ڪري ڇڏيون ۽ ڪن بہ، تہ نہ انهيءَ جهلڪ کي ڏسي سگهان ۽ نہ انهيءَ نغمي کي ٻڌي سگهان. پر منهن جون اکيون ان جهلڪ کي ڏسنديون رهيون ۽ منهنجا ڪن ان نغمي کي ٻڌندا رهيا.

شروع ۾ ڊنس، ان فقير وانگر، جو ڪنهن امير جي محلات ويجهو هيرو ڪريل ڏسي پر نہ خوف ڪٽڻ ڏئيس ۽ نہ محتاجي ڇڏڻ ڏئيس. مان روئڻ لڳس، ان اڄايل وانگر جنهن کي هڪ مٺو چشمو نظر اچي جنهنجي چوڌاري وڻن ۾ خوفناڪ جانور لڪل هجن. مان انتظار ۽ بيقراري جي شدت کان زمين تي ڪري پيس.“

ياسمين ڪجهه دير جي لاءِ خاموش ٿي وئي ۽ پنهنجون وڏيون وڏيون اکيون بند ڪري ڇڏيون - معلوم ٿي رهيو هو ته گذريل زمانو سندس نگاهن جي اڳيان آهي ۽ منجهس ايتري همت ناهي جو مون سان اکيون چار ڪري سگهي وري هن پنهنجون اکيون کوليون ۽ چيو:

” ابدي دنيا کان اڻڄاڻ انسان، جي حقيقي زندگي کان لذت آشنا ٿيڻ بغير واپس موٽي وڃن ٿا، سي ان عورت جي دک درد جي حقيقت کي نه ٿا سمجهي سگهن جنهن کي هڪ پاسي ته اهو مرد آهي جنهن جي محبت کيس خدا جي طرفان عطا ڪئي وئي آهي ۽ ٻئي پاسي اهو مرد آهي جنهن سان هو سماجي قانون جي ذريعي ٻڌل آهي-

هي هڪ دردناڪ ڪهاڻي آهي جا عورت جي خون ۾ لڙڪن سان لکي وئي آهي، مرد انهيءَ ڪهاڻي کي پڙهي ٿو ۽ کلي ٿو ڇاڪاڻ ته هو انهيءَ جو حقيقي مطلب نه ٿو سمجهي سگهي ۽ پر جيڪڏهين سمجهي وڃي ٿو ته سندس کل ٻڙدلي ۽ بيرحمي ۾ بدلجي وڃي ٿي، هو غصي جي آگ کان ديوانو ٿي ڪري عورت سان پلتجي بويڻو ۽ سندس ڪن کي لعنت ۽ ملامت جي

آوازن سان پر ڪيو چڙي.

هيءَ هڪ دردناڪ تمثيل آهي جنهن ڪي اونداهيون راتيون هر اُن عورت جي سيني ۾ برپا ڪن ٿيون جا پنهن جي جسم کي هڪ اهڙي مرد جي بستري جو قيدي پسي ٿي جنهن کي هوءَ شاديءَ جي حقيقت سمجهڻ ڪان اڳ پنهن جو مڙس تسليم ڪرڻ تي مجبور آهي ۽ پنهنجي روح کي ان مرد جي چوڌاري لامارا ڏيندي ڏسي ٿي جنهن سان هوءَ انهن سيني بلند ڪنيتن سان محبت ڪري ٿي جي روح ۾ محبت ۽ محبت ۾ حسن ۽ پاڪيزگي جون امانتدار آهن.

هي هڪ خوفناڪ چڪتاڻ آهي جنهن جي شروعات عورت جي ڪمزوري ۽ مرد جي قوت ڪان ٿي ۽ آخر ان وقت تائين ته ٿي سگهندي جيستائين ڪمزوري کي قوت جي غلامي ڪان نجات نه ملي وڃي.

دل جي پاڪ جذبات ۽ انسانن جي جوڙيل ناقص ۽ بيڪار قانونن جي وچ ۾ هيءَ خطرناڪ جنگ آهي، جنهن جي سبب سان ڪلهه تائين بدنامي جي خاڪ تي ڪريئي پئي رت جا گهوڙا وهائيندي هيس ۽ بيوسي ۽ بيقراري جي شدت

ڪلان مٿي ٿي ويس.

پر مان اٿيس، پنهنجي هر جنس واري قطرتي بزدلي ڪلان ڪنارو ڪيم ۽ پنهنجي پاڻهن ڪي ڪمزوري ۽ غلامي جي پنڌڻن مان آجو ڪري محبت ۽ آزادي جي فضا ۾ اڏرڻ لڳس.

هاڻي مان نيڪ بخت آهيان، ڇاڪاڻ ته مون کي ان مرد جو پيار حاصل آهي، جنهن جو روح ازل کان ئي منهنجي روح سان مليل ويو هو. مونکي هن دنيا ۾ ڪابه اهڙي طاقت نظر نه ٿي اچي جا منهنجي هن نيڪ بختي کي مونکان کسي سگهي، ڇاڪاڻ ته اها انهن ٻن روحن جي بغلگيري مان پيدا ٿي آهي جنهنکي دوستي هڪ ڪري ڇڏيو آهي ۽ جن مٿان محبت پنهنجو پاڇو ڪيو آهي.

يلمين پر معنيٰ نگاهن سان منهنجي طرف ڏٺو، ڄڻ ته هن منهنجو سينو چاڪ ڪري ڏٺو ته ڇا منهنجي دل تي سندس گفتگو جو ڪهڙو اثر ٿيو آهي؟ هن منهنجي سيني ۾ پنهنجي آواز جو پڙاڏو ٻڌڻ ٿي چاهيو پر مون سندس گفتگو کي بند ڪرڻ نه ٿي گهريو ۽ خاموش رهيس. آخرڪار هن واقعات جي ترشي کي آزادي

جي مٿي ڪلام ۾ سموئي ڇيو:
” دنيا اوهان کي چوي ٿي، ياسمين خيانتڪار ۽ بي وفا آهي - هن پنهنجي نفس جي چوڻ ۾ اچي ڪري انهيءَ شخص کي ڇڏي ڏنو جنهن کيس عزت بخشي پنهن جي گهر جي ملڪه بڻايو - اها اوهان کي چوي ٿي، ياسمين بدڪار آهي، هن پنهن جي ناپاڪ هٿن سان شاديءَ جو پاڪ هار لاهي ڦٽو ڪيو، جنهن کي اعتقاد ۽ مذهب پوئيو هو، ۽ ان جي بدران هڪ ناپاڪ هار ڳچيءَ ۾ وڌو جو جهنمي ڪندن سان پوئل آهي - هن پنهن جي جسم تان فضيلت جو جبو لاهي ڇڏيو ۽ بد ناموسي جو لباس پهريو - گهڻن ماڻهن جو هيءُ ٿي خيال آهي ڇاڪاڻ ته سندن ابا ڏاڏا جيتوڻيڪ مري چڪا آهن پر انهن جا پاڇا اڃان تائين سندن جسمن ۾ سرڪي رهيا آهن - هو انهن خالي غارن مثل آهن جي آواز جو پڙاڏو ته ڪن ٿيون پر ان جي معنيٰ نه ٿيون سمجهن - ڪين خبر نه آهي ته مذهب جو حقيقي مفاد ڇا آهي؟ ۽ خدائي قانون سندس بندن تي ڪيئن جاري ڪيو وڃي ٿو؟ ڪين اها به خبر ناهي ته انسان خطاڪار ڪڏهين ٿئي ٿو ۽ بي گناه ڪڏهين؟ هو پنهنجي ڪوتاه نظر

هئڻ سبب اعمال جي ظاهري رخ کي ڏسن ٿا ۽ ان جي حقيقت تي نظر نه ٿا وجهن. اهوئي سبب آهي سندن فيصلا جهالتن ۽ حماقتن جون گهڙيون هوندا آهن. سندن اڳيان گنهگار ۽ بي گناه، نيڪ ۽ بد، سڀ برابر آهن ـ صد افسوس! انهن ماڻهن تي جن کي هي حڪم ڏنائين ۽ هزار افسوس!! انهن ماڻهن تي جن جي حق ۾ هي فتوا صادر ڪن.

مان بدڪار ۽ بي اعتبار هيس ته نعمان جي گهر ۾، جنهن فقط رسمي طرح مون کي پنهن جي بستري جي زينت بڻايو، جيتوڻيڪ ان وقت روح ۽ جذبات جي قانون مطابق مونکي ازدواجي زندگي جو ڪوبه سليقو نه هو. مان هني پنهنجي نظر ۾ ذليل هئس ۽ خدا جي نظر ۾ به ڇاڪاڻ ته هن جي خيرات جي ٽڪرن سان مان پنهنجو دوزخ ڀريندي هئس ۽ بيوس پنهنجي جسم کي هن جي عيش جو شڪار بڻائيندي هيس. پر هاڻي منهن جي زندگي بي داغ آهي. محبت جي ناموس مون کي آزاد ڪري ڇڏيو آهي. هائو! هاڻي مان شريف ۽ امانتدار آهيان ڇاڪاڻ ته مون پنهن جي جسم کي خيرات جي ٽڪرن ۽ پنهنجي زندگي کي قيمتي

ڪپڙن جي عيوض وڪڻڻ ڇڏي ڏنو آهي.

”هائو! ان وقت مان بد چلن ۽ جرم پيشه هئس، جڏهين دنيا مونکي نعمان جي معزز زال سمجهندي هئي ۽ اڄ جڏهين مان شريف ۽ نيڪ ڪردار ٿي وئي آهيان ته مون کي ذليل ۽ ڪريل خيال ڪيو پيو وڃي-

انسانن جي ذات کي جسم جي پيمانن سان ڪڇڻ ۽ روح کي ماده جي ترازي ۾ تورڻ، جهالت ۽ بد مذاقي جي حد ناهي ته پيو ڇا هي؟

ياسمين هٿ ي دريءَ جي طرف ڏنو ۽ شهر جي سڄي طرف اشارو ڪيائين، سندس آواز اڳي ڪان گهڻو بلند ٿي ويو هو ۽ معلوم پئي ٿيو ته ڪيس رستن تي، ڇتين تي ۽ درين ۾ برائين ۽ ڪسٽيءَ جون چرندڙ پرندڙ تصويرون نظر اچي رهيون هيون، حقارت ۽ بيزاري جي انداز ۾ هن چيو:

”انهن خوبصورت گهرن ۽ عاليشان محلاتن کي ڏسو! جن ۾ شهر جا ممتاز ۽ معزز ماڻهو رهن ٿا. انهن ريشمي پردن سان سجايل پتين ۾ بدڪاري سان گڏو گڏ بي ايماني ۽ انهن سوٿهري ڇتين هيٺ سجاوت ۽ سينگار جي قريب مڪر فريب رهن ٿا- انهن گهرن کي ڏسو ۽ گهڻي غور سان

ڏسوا جي ظاهر ۾ ته بزرگي، برتري ۽ خوشحالي جا آئينيدار آهن پر در حقيقت انهن غارن کان وڌيڪ حيثيت نه ٿا رکن جن ۾ ذلت، سنگدلي ۽ بدبختي لڪل آهي - هي چمڪندڙ قبرون آهن، جن ۾ اکين جي ڪجل ۽ لبن جي سرخي جي پردي ۾ ڪمزور عورت جي فريب ڪاري ۽ جن جي ڪنڍن ۾ سون ۽ چانديءَ جي چمڪ سان گڏ مرد جي زوري ۽ بيدردي لڪل آهي - هي بلند مرتبي وارا محل جنجون ديواريون آسمان سان ڳالهيون ڪري رهيون آهن، جيڪڏهن انهيءَ مکر ۽ فريب کان واقف ٿي وڃن جو سندن مٿان چانيل آهي ته ڦاٽي پون ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿي زمين تي ڪرن - هي اهي جايون آهن جنکي هڪ ڪوٺائو ڳوڙهن پريل نظرن سان ڏسي ٿو ۽ پر جيڪڏهن ڪيس خبر پئجي وڃي ته انهن عاليشان محلن ۾ رهندڙن جون دليون، انهيءَ محبت جي شيريني کان بلڪل خالي آهن جنهن سان سندس ڪهواريءَ جو سينو پر آهي، ته هو بي اختيار حقارت جي ڪل ڪلندو ۽ انهن تي رحم ڪائيندو ڳوٺ موٽي ويندو-“

ياسمين منهن جو هٿ جهلي موٽڪي دريءَ جي

ويجهو وٺي آئي، جتان هوءَ انهن محلن ۾ عاليشان جاين کي ڏسي رهي هئي ۽ چوڻ لڳي:

”اچ! مان توکي انهن ماڻهن جو پيد ٻڌايان، جنجي مثال تيئن مون پاڻکي پسند نه ڪيو - ڏسو! هن محل جي طرف ڏسو! جنهن ۾ سنگمرمر جا ٿنبا، پٿل جا ڪتهڙا ۽ شيشي جون دريون آهن - هتي هڪ دولتمند رهي ٿو، جنهنکي پنهنجي ڪنجوس پيءُ کان بي شمار دولت ورثي ۾ ملي آهي ۽ جو ناپاڪ گهٽين جي بد چلني ۽ بد اخلاقي جي پاڇي ۾ پاڃي وڏو ٿيو آهي - ڇه سال ٿيا آهن جو هن هڪ عورت سان شادي ڪئي جنهنجي متعلق ڪيس هنڪان زياده خبر نه هئي ته هنجو پيءُ خانداني شريف ۽ شهر جي معزز ماڻهن ۾ وڏو درجو رکندڙ آهي - اڃان شاديءَ جو پهريون مهينو ئي ختم نه ٿيو هو جو هن پنهنجي زال جي طرف کان منهن مٺي ڇڏيو ۽ بدچلن عورتن سان موجون ڪرڻ لڳو - هن انهيءَ ويچاريءَ کي محل ۾ ائين ڇڏي ڏنو جيئن ڪو شرابي، شراب جي خالي بوتل کي ڇڏي ڏيندو آهي - شروع شروع ۾ ته هيءَ قسمت جي ڪنل روئندي پٽيندي ۽ رڙيون ڪندي رهي پر آخرڪار پنهنجي غلطي محسوس ڪندي

ڪيس صبر آيو ۽ هن سمجهيو تہ سندس ڳوڙهـــا انهيءَ ڪان وڌيڪ قيمتي آهن تہ هڪ بيوفا هوس پرست مرد جي نقصان تي وهايا وڃن- هاڻي هيءَ عورت هڪ حسين ۽ جميل ۽ شيرين گفتار نوجوان تي دل و جان سان فدا آهي- پنهنجي دل جـي جذبات سان سندس روح کي تسڪين بخشيندي رهي ٿي ۽ پنهن جي مڙس جي مال ۽ زر ســان سندس ڪيسا پريندي رهي ٿي، سندس مڙس ڪانئس منہن مٽي ڇڏيو ۽ هن پنهنجي مڙس کي وســاري ڇڏيو-

هاڻي هن گهر جي طرف ڏسو! جنهنجي چوڌاري وڻندڙ گل ٻوٽا آهن، هن جو مالڪ هڪ شاهـــي خاندان جو فرد آهي، جو دولت جي ورهاست ۽ اخلاق جي سستي سبب پنهنجي مرتبي کان ڪري چڪو آهي- گهڻا سال ٿيندا جو هن شخص هـڪ بدصورت پر تمام مالدار عورت سان شادي ڪئي ۽ هنجي دولت تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ کيـــس وساري ڇڏيو- هنجي مال ۽ زر جي بدولت هڪ نوجوان ۽ حسين عورت سان نينهن جو ناتو ڳنڍيو ۽ کيس حسرت ۽ پشيماني مان ٻنهنجن آڱرين کي چڪ پائڻ ۽ جذبات جي باہ ۾ جلڻ لاءِ ڇـــڏي

ڏنو. هاڻي هيءَ عورت پنهنجو سمورو وقت وار سينگارڻ، سرمو پائڻ ۽ پائوڊر. ڪريم سان منهن رنگڻ ۾ وڃائيندي آهي. پنهنجي جسم کي اطلس ۽ ريشم سان سينگاري ٿي ته جيئن شايد ڪنهن ايندڙ ويندڙ جي نظر پنجي وڃي ۾ غريب آئيني ۾ پنهن جي عڪس کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي نگاهن کي اڃان تائين پنهنجي طرف مائل ڪري نه سگهي آهي.

هاڻي هن وڏي جاءِ جي طرف ڏسو جا چتسالي سان سينگاريل آهي. هي خوبصورت پر بدسيرت عورت جو گهر آهي جا پنهنجي پهرين مڙس کان پوءِ سندس دولت جي اڪيلي وارث بڻي ۽ دنيا جي منهن بند ڪرڻ لاءِ هڪ ارادي ۽ طبيعت جي ڪمزور شخص سان نڪاح ڪيو.

هيءَ تازين مکڙين جي رس چوسيندڙ مک وانگر پنهنجي نوخيز عاشقن جي جواني سان پنهن جي هوس جي باه وسائيندي رهي ٿي.

هاڻي هن گهر کي ڏسو جنهنجا وڏا ڪمرا ۽ خوبصورت محراب نظرن لاءِ جنت جي راحت آهن. هن گهر جو مالڪ دنياوي خواهشن جو غلام ۽ بيحد لالچي آهي. ڪيس هڪ زال آهي،

جسم نهن کان چوتي تائين حسن و جمال ۽ روح بلڪل پاڪيزه ۽ شيرين - منجهس جسماني ۽ روحاني پاڪيزگيون اتين مليل ويون آهن جيئن شعر ۾ معنيٰ جي نزاڪت سان گڏ راڳ جو سر - هوءَ محبت جي ئي جيئڻ ۽ محبت جي ئي مرڻ لاءِ پيدا ڪئي وئي هئي پر سندس پين هم جنس وانگر سندس پيءَ جواني کان اڳ ناموزون قاتي جي پاچاري سندس گردن ۾ وڌي - هاڻي هوءَ ڏينهون ڏينهن ڳرندي پئي وڃي - دپيل جذبات جي گرمي سندس جسم کي شمع وانگر ڳاري رهي آهي ۽ آهستي آهستي اهڙي طرح قنا ٿي رهي آهي جيئن انداريءَ جي واءَ ۾ لطيف خوشبوا هوءَ ڪنهن اهڙي حسين شخص جي محبت لاءِ بيقرار آهي جنهنکي هوءَ محسوس ته ڪري ٿي پر ڏسي ڏئي سگهي - هوءَ موت جي آرزو ۾ مري رهي آهي ۽ پنهنجي بي مزي زندگي کان تنگ ٿي ڪري گهري ٿي ته جلد کان جلد ان شخص جي غلامي کان آزاد ٿي وڃي - جنهنجا ڏينهن ۽ راتيون سون ۽ چاندي گڏ ڪرڻ ۾ گذرن ٿا ۽ جو ان منحوس گهڙيءَ تي ڏند ڪرٽي ٿو جڏهين هن هڪ اهڙي عورت سان شادي ڪئي جنهن سان ڪوبه پٽ پيدا

نہ تيو جو سندس مال و متاع جو وارث ۽ سندس پيڙهيءَ جو باعث بڻجي.

هائي هن اڪيلي جاءِ جي طرف ڏسو! جنهن جي چوڌاري باغيچا آهن. هي هڪ بلند خيال ۽ روشن خيال شاعر جو گهر آهي جنهن جو رستو روحانيت آهي. شاعر جي زال نهايت ڪم عقل ۽ چيڙاڪ آهي. هوءَ سندس شعرن تي ٺٺول ڪندي آهي چاڪاڻ تہ اهي سندس سمجهہ کان مٿي آهن. هوءَ هنجي ڪارنامن تي کلندي آهي چاڪاڻ تہ اهي سندس لاءِ عجيب آهن. شاعر هاڻي هڪ شادي شده عورت جي محبت ۾ خوش آهي جا سندس ذهن کي تازگي بخشي ٿي ۽ بيان ۾ رواني پيدا ڪري ٿي. پنهنجي توجه سان سندس دل کي روشن ڪري ٿي ۽ پنهنجي مسڪراهٽن ۽ محبت ڀريل نگاهن سان غير فني خيالات سندس دماغ تائين پهچائي ٿي."

ياسمين ڪجهہ دير جي لاءِ چپ ٿي ويٺي ۽ دريءَ جي ڀرسان هڪ ڪرسيءَ تي وڃي ويٺي. غالبا سندس دل انهن جاين جي ڪري ۽ فريب کي ڏسندي ڏسندي تنگ ٿي پئي هئي ۽ آهستي آهستي چوڻ لڳي:

”هي ئي آهي محل آهن جن جي ڪميٽين جهڙو ٿيڻ مون کي هرگز پسند ناهي. هي ئي اهي قبرون آهن جن ۾ مان پنهنجي زندگي کي دفن نه ٿي ڪري سگهان. هي ئي اهي ماڻهو آهن جن جي رسم ۽ رواج کان مان نجات حاصل ڪئي آهي ۽ جن جي سماجي پابندين جي پاڇاري پنهن جي ڪنڌ تان لاهي ڦٽي ڪئي آهي. هائوا هي ئي اهي ماڻهو آهن، جي جسم سان شادي ڪندا ۽ روح کان بيزار رهن ٿا. مونکي يقين آهي ته رب جي نالي کان ناواقفيت ڪانسواءِ انهن وٽ بخشش جو ڪوبه وسيلو ناهي. مان هنن ماڻهن تي ڪا فتوا نه ٿي صادر ڪيان پر ساڻن همدردي رکان ٿي. مان ساڻن نفرت به نٿي ڪيان پر سان سندن هن ڳالهه کان نفرت ڪيان ٿي ته هو تمام آساني سان ظاهرداري، ڪوڙ ۽ بديءَ جا غلام ٿي وڃن ٿا. مان سندن سماج جي حقيقت اوهان کي انهيءَ لاءِ نٿي ٻڌايان ته مون کي سندن غير موجودگي وڻي ٿي پر ان لاءِ ته هن گروه جي اصليت چڱي طرح ظاهر ڪيان جنهن ۾ ڪلهه تائين مان خود شامل هئس پر اڄ آزاد آهيان. هيءَ مان اوهان کي انهن ماڻهن جي زندگي ڏيکاري

رهي آهيان جي منهنجي باري ۾ خراب ڪان خراب جملا استعمال ڪنثا، فقط انهيءَ لاءِ تہ مون پنهنجي روح جي آرام ۽ خوشي لاءِ سندن ساٿ ڇڏي ڏنو ۽ سندن فريب ڪارين جي اونداهي رستي کان هٽي ڪري پنهنجون نظرون انهيءَ روشني تي کوڙيون جا انصاف، سچائي ۽ دلي دوستي جي روشني آهي-

مان خوش آهيان تہ اتهن ماڻهن مون کي پنهنجي سماج مان ڪيڏي ڇڏيو- ڇاڪاڻ تہ هي رتبہ فقط ان قابل قدر هستي کي ملندو آهي جا ظلم ۽ جور خلاف بغاوت ڪري- غلامي تي جلاوطني کي ترجيح نہ ڏيندڙ، آزادي جي حقيقي لطف کان محروم رهندو آهي-"

" ڪلهہ تائين مان هڪ لذيذ دسترخوان جي حثيت رکندڙ هوس ۽ نعمان ان وقت مون وٽ ايندو هو جڏهين سندس نفس جي بک کيس مجبور ڪندي هئي، اسان ٻنهي جا روح ذليل خادمن وانگر هڪ ٻئي کان بيگانہ هئا- پر جڏهين مونکي حقيقت جو نور نظر آيو تہ هن بندگي کان سون کي نفرت ٿي وئي- مون چاهيو ٿي تہ جهڙي طرح ٿي سگهي پنهنجي مقدر تي شڪر گذار رهان پر

مان اٿين نہ ڪري سگهيس ـ منهنجي روح سڄي عمر ان خوفناڪ ٻٽ جي پوڄا ۾ گذارڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، جنهنڪي ماضي جي جهالتن قانون جي ڏاڏي سان تراشيو هو ـ مون پنهنجا سڀ زنجير ڀڃي ڇڏيا، ليڪن ان وقت، جڏهين محبت مون کي پڪاريو ۽ منهنجو روح ان طرف وڃڻ لاءِ بيقرار ٿي ويو ـ

مان نعمان جي گهر مان اهڙي طرح نڪتس جيئن قيد خاني مان قيدي ـ مون عزت و جاهه ۽ شان و شوڪت کي لت هڻي ڇڏي ۽ هن گهر ۾ هلي آيس جو محبت کان سواءِ ٻين سڀني قسمن جي بناوٽن کان خالي آهي ـ مون کي يقين آهي ته جو ڪجهه مون ڪيو آهي سو نيڪ ڪيو آهي انهيءَ لاءِ ته قدرت هي ڪڏهين نہ ٿي گهري ته مان پنهنجي هٿن سان پنهنجا پر ڪٽي ڪري ڪنڌ ۾ وجهي ڪران ۽ چوندي رهان ته زندگي ۾ منهن جو حصو هي ئي هو ـ هيءَ الله جي مرضي هرگز ٿي نہ ٿي سگهي ته مان پنهنجي سڄي عمر، راتيون روئي روئي گذاري ڇڏيان ۽ چوندي رهان ته صبح ڪڏهين ٿيندو؟ ۽ صبح ٿي وڃي ته چوان ته ڏينهن ڪڏهين پورو ٿيندو؟ خدا ڪڏهين به

پسند نہ ٿو ڪري تہ انسان تباہ ٿي وڃي. الله، انسان جي دل ۾ سعادت جي تمنا امانت ڪئي آهي ۽ ان سعادت ۾ خود سندس عظمت پوشيده آهي.

هي آهي جناب منهنجو داستان ۽ هي آهي منهنجي فرياد ـ جنهنڪي مان بار بار چوان ٿي ۽ ماڻهو ٻُڌا ٻُڌن پر پنهنجا ڪن بند ڪري ٿا ڇڏن هو ڊڄن ٿا تہ متان سندن روحن ۾ فساد نہ برپا ٿي وڃي. ڪين خوف آهي تہ ڪٿي سندن سماج جون پاڙون نہ لڏي وڃن ۽ اها سندن متان نہ اچي ڪري. هيءَ آهي اها ڪُنن ماتري جنهن ۾ مان پٽڪي رهي هيس جو مون کي پنهنجي منزل مقصود ملي وئي. هائي جڏهن مان مري ۽ وڃان تہ ۽ منهنجو روح الله تعاليٰ جي سامهون حسرت ۽ نا اميدي جي بجاءِ فرحت ۽ خوشيءَ سان دليرن وانگر وڃي ٻيهندو ۽ مان ٻنا رڪاوت پنهنجي دل، جا برف وانگر پاڪ ۽ صاف آهي، ان سڀ کان وڏي حاڪم جي حضور ۾ پيش ڪندس، انهيءَ لاءِ تہ مون پنهنجي ”روح“ جي خلاف جو خدا جي ذات جو هڪ جزو آهي — ڪوئي ڪم نہ ڪيو ۽ پنهنجي دل جي آواز ۽

فرشتن جي نغمن جي پڙلاءَ ڪانسواءِ، ڪنهن ٻئي آواز تي لبيڪ نہ چئو - هيءَ آهي منهنجي ڪهاڻي جنهنکي بيروت جا باشنده زندگــــي لاءِ لعنت ۽ سماج جي لاءِ روڳ سمجهن ٿا - پر اهي پنهنجــي ڪئي تي پڇتائيندا، جڏهين زمانو سندن تاريــڪ دلين ۾ محبت جو ٻج پوکيندو، جهڙي طـــرح مرده جسمن سان پريل زمين سان سچ گل ٻوٽـــا پيدا ڪندو آهي -

انهيءَ ڪري جڏهين ڪوبہ واٽهڙو منهنجــي قبر جي پرسان لنگهندو تہ سندس آٿهون سامٺهون سلامتي سان ٿيندو جا ڪيس هيٺن چئــي ڪـــري بيهاريندي:

" هت ياسمين هميشه جي ننڊ ستـــل آهـــي، جنهن شريفانہ محبت جي ناموس کي زنده رکڻ لاءِ پنهنجو پاڻ انسانن جي هتراد و قانونن جي غلامي کان ڇڏايو ۽ پنهنجو منهن سچ جي روشني طرف ڪيو تہ جيئن پنهنجي جسم جو پاڇو ڪنـدن ۽ مرده کوپرين تي پوندو نہ ڏسي.



ياسمين اڃان چپ نہ ڪئي هئي تہ دروازو کليو ۽ هڪ خوبصورت نازڪ اندام نوجوان ڪمري ۾

داخل ٿيو، جنهنجي اکين مان طلسمي شـعـاع نڪري رهيا هئا ۽ چپن تي وڻندڙ مرڪ ڪيـڏي رهي هئس- ياسمين فورا اٿي کڙي ٿي ۽ نهايـت محبت سان هنکي ٻانهن کان جهلي مون وٽ وٺـي آئي- پوءِ هن نوجوان کي منهنجو نـالـو وڏي احترام سان ۽ مون کي سندس نالو معنيٰ پريـل نگاهن جي سفارش سان ٻڌايو- مان سمجهي ويس ته هي اهو انسان آهي جنهنجي خاطر ياسمين دنيا ۽ ان جي رواجي ۽ قانوني پابندين کي ٺوڪـر هڻي ڇڏي-

اسين سڀ چپ چاپ ويهي انهن ڳالهين تـي غور ڪري رهيا هئاسين جي عين هن وقت هـڪ ٻئي جي متعلق اسان جي علم ۾ آيون هـيـون، ايتري تائين جڏهين هڪ منٽ گذري ويو جـو پنهنجي دامن ۾ هن خاموشي کي سانديرن ويٺو هو، جنهنجي ذريعي روح آسمان جو سير ڪرڻ لڳن ٿا، ته مون نگاه کڻي انهن ٻنهي جي طرف ڏٺو- هو ٻئي پاسو پاسي ۾ ملائي ويٺا هئا، مون کي انهن ٻنهي ۾ هڪ اهڙي ڳالهه نظر آئي جا هن کـان اڳ مون ڪڏهين نه ڏٺي هئي ۽ مان اُن گهڙيءَ ياسمين جي داستان جو مطلب سمجهي ويس- مون

ڪي معلوم ٿي ويو ته سماج جي خلاف، جا پنهن
جي ٺهيل قانونن کان بغاوت ڪندڙن کي سندن
سرڪشي جي سببن جي جاچ ڪرڻ کانسواءِ پيڙڻ
گهري ٿي، ياسمين جي فرياد جو انجام ڇا آهي؟
مون هڪ مجسم آسماني روح انهن ٻنهي جي جسمن
۾ داخل ٿيندي ڏٺو، جو شباب ۽ اتحاد جي
زيور سان سينگاريل هو، مون ڏٺو ته محبت جو
ديوتا انهن ٻنهي تي پنهنجي پاڻهن جو پاڇو ڪيون
بيٺو آهي ته جيئن ڪين زماني جي طعنن ۽ مهڻن
کان محفوظ رکي ۽ ڪهاڻي دوستي سندن منهن
مان بکي رهي آهي جن تي خلوص پاڪيزگي جو
نور جلوه ريز آهي — مون پنهنجي عمر ۾ پهريون
دفعو سعادت ۽ نيڪ بختي کي ٻن اهڙين هستين
تي پاڇو ڪندي ڏٺو، جن کي مذهب ذليل ۽
قانون مردود قرار ڏنو هو.

ٿوري دير ڪاتپوءِ مان اٿيس ۽ خاموشي جي
زبان ۾ مان پنهنجي قلبي تاثرات جو اظهار ڪندي
کانئن رخصت ٿيس.

مان ان ننڍڙي گهر مان نڪتس، جنهنکي
بي لوث جذبات، خلوص ۽ محبت جو عبادت گاهه
بڻايو هو ۽ انهن شاندار حويلين جي وچهو لنگهندو

پنهنجي گهر طرف روانو ٿيس، جنهنجي پيدن کان
ياسمين مونکي واقف ڪيو هو - مان ياسمين جي
داستان ۽ سندس بنيادن ۽ نتيجن تي غور ڪري
رهيو هوس - پر اچان مون آباديءَ کي طئي نه
ڪيو هو ته نعمان ياد آيم ۽ سندس نا اميدي ۽
بد بختي جو عذاب، بت بڻجي منهنجي نگاهن جي
سامهون اچي موجود ٿيو - مون پنهنجي دل ۾
چيو:

”نعمان بد قسمت ۽ مظلوم آهي! پر ڇا خدا
نعمان جي ٻڌندو جڏهين ياسمين پنهنجي مظلوميءَ
جو دل ڏڪائيندڙ داستان ٻڌائيندي؟ الزام جي
قابل آها عورت آهي جنهن پنهنجي آزاديءَ نفس
جو چوڻ مڃيو ۽ نعمان کي ڇڏي هلي وئي، يا
اهو مرد، جنهن ان کان پهريائين جو الڙ ياسمين
جو روح محبت جي رهنمائي ۾ سندس طرف مائل
ٿئي کيس پنهنجو غلام بڻايو؟ انهن ٻنهي ۾ ظالم
ڪير آهي ۽ مظلوم ڪير؟ خطا ڪندڙ ڪير آهي
۽ بي خطا ڪير؟“

زماني جي حالتن کي ڇاڻندي ۽ واقعن تي
غور ڪندي مون پنهنجي دل ۾ چيو:

”اهڙيون عورتون به آهن، جي پنهنجي غريب

گهرن کي ڇڏي ڪري خداوندان - زر ۽ مال جا پاسا وجي وسائين ۽ قيمتي پوشاڪن ۽ عيش ۽ عشرت جي شوق ۾ انڌبون ٿي ڪري ذلت ۽ خواري جي غار ۾ وجي پون، پر ڇا ياسمين به انهن مان آهي، جنهن پنهنجي مال ۽ دولت ۽ عاليشان حويلي کي ڇڏي ڪري مفلس جي جهوپڙي پسند ڪئي، جنهن ۾ پراڻن ڪتابن جي قطارن کان سواءِ ٻيو ڪجهه ناهي؟ دنيا ۾ اهڙين عورتن جي به ڪمي ناهي جي پنهنجي جهالت جي سبب عورت ذات جي فضيلت کي موت جي ننڊ سمهاري ڇڏين ۽ پنهنجي نفساني خواهشن کان شڪست کائي ڪري فقط جسماني لذتن جي خاطر پنهنجن مڙسن کي روئيندو پٽيندو ڇڏي ڏين ۽ انهن مردن جي پاسن ۾ وڃي ويهن جي نسبتا وڌيڪ ڪريل ۽ ڪميڻا هوندا آهن! ته ڇا ياسمين به جسماني خواهشن جي زير اثر هئي، جڏهين هن سر - عام پنهنجي آزادي جو اعلان ڪيو ۽ ان نوجوان سان هميشه لاءِ وابسته ٿي وئي جو نهن کان چوٽيءَ تائين روحانيت آهي! ڇا سندس لاءِ اهو ممڪن نه هو جو پنهنجي مڙس جي گهر رهندي لڪ چوريءَ انهن نوجوانن جي جوانين سان کيڏندي

رهي ها، جي سندس حسن جا پوڄاري ۽ سندس ناز نخري تي شهيد ٿيڻ کي پنهنجــي لاءِ وڏي رحمت سمجهن ها!

حقيقت هي آهي ته ياسمين بدقسمت هئـي ڇو ته هن نيڪ بختي کي تلاش ڪيــو ۽ جڏهين ڪيس حاصل ڪيو تڏهين ساڻس وابسته ٿي وئي - هي آهي سندس ڏوهه جنهنجي بدلي ۾ انساني سماج ڪيس حقير سمجهي ٿي ۽ قانون مردود!"

وڏيڪ غور ۽ فڪر لاءِ مــون پنهنجي دل کان پڇيو:

"ڇا عورت لاءِ جائز آهي ته هــو پنهنجي نيڪ بختي جي قيمت مڙس جي بدبختي کي قرار ڏئي؟"

دل آن جواب ۾ وراڻيو:

"ڇا مرد لاءِ جائز آهي ته هو پنهنجي عيش ۽ راحت لاءِ زال کي خواهشن جو غلام ٺاهي؟"



مان پنهنجن انهن خيالن ۾ غرق وڃي رهيــو هوس ۽ ياسمين جو آواز منهنجي ڪنن ۾ وڃــي رهيو هو، ايتري تائين جو مان آبادي کان ٻاهــر کليل ميدانن ۾ نڪري ويس -

پوري ڏينهن جو ٿڪل ٽٽل سج مغرب جي سيج ۾ آرام ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو، ٻاغن ۽ ٻنين آرام ۽ راحت جي پردي ۾ روپوش ٿيڻ چاهيو ٿي، پکي شام جو لاتيون لنوي رهيا هئا ـ ملان هلندي بيهي رهيس ۽ ڪجهه سوچڻ لڳس ـ ٿلهو سانهه ڪٽي مون چيو :

"هي ون آسماني آزادي جي روبرو صبح جي هير جي حرڪتن ڪان فرحت اندوز ۽ جلال آزادي جي سلهون سج چنڊ جي ڪرڻن ڪان خوش ٿي رهيا آهن ـ هي پکي گوشه - حريت سان سر گوشيون ڪري رهيا آهن ۽ آبشارن جي ويجهو آزاديءَ جي چوڏاري لاملوا ڏئي رهيا آهن - هي گل آزاديءَ جي فضا ۾ پنهنجي خوشبوءِ جي هڳاءَ سان دماغ کي معطر ڪري رهيا آهن ـ ۽ صبوح جي ڪنوار جي اڇو ڪري ٽڙي رهيا آهن- مطلب ته هن جهان جي هر شيءِ طبيعي قانون جي تحت گذر ڪري رهي آهي ۽ خوش آهي - پر هڪ انسان آهي، جو هن نعمت کان محروم آهي- سندس پاڪ ۽ بي اندازه روح، دنيا جي محدود قانونن ۾ جڪڙيو ويو آهي - سندس جسم ۽ روح لاءِ هڪ قانون ٺاهيو ويو آهي جو ناقص ۽ آهي

۽ سخت به ـ سندس جذبات ۽ خواهشن لاءِ خوفناڪ ۽ تنگ قيدخانو بڻايو ويو آهي ۽ سندس دل ۽ دماغ لاءِ هڪ اونهي اونداهي قبر کوٽي وئي آهي ـ جيڪڏهين ڪوبه هن ظلم ۽ بي انصافي جي خلاف آواز بلند ڪريٿو ته ماڻهو ان کي باغي، بدمعاش ۽ بد اخلاق ڪوٺين ٿا ـ ايتري قدر ڪريل ۽ ذليل جو کيس قتل ڪيو وڃي ـ

پر ڇا انسان هميشه سماج جي هن ناڪاره قانون جي غلامي ڪندو رهندو، يا زمانو کيس روحاني اصول تي زندگي بسر ڪرڻ لاءِ آزاد ڪرائيندو؟ ڇا انسان هميشه ذلت ۾ غارن ۾ پيو رهندو ـ يا پنهن جون اکيون سج تي کڻندو ته جيئن پنهنجي جسم جو پاڇو ڪن ڪچري ۽ مرده کوپرين تي پوندو نه ڏسي؟"



# قبرن جي فرياد

امير، انصاف جي ڪرسيءَ تي جلوه افروز هو – سڄي ڪبي سلطنت جا عاليءِ دماغ وزير هئا، جن جي جهونن چهرن تي علم و فضل جو نور چٽيل هو – هيڏانهن هوڏانهن سپاهي تلوارون جهليو ۽ نيزا آيا ڪيو بيٺا هئا – سامهون تماشبينن جو ميڙ هو، جنهن ۾ ڪي تہ اهڙا هئا جنڪي فقط تماشي جو شوق ڪهلي آيو هو – ۽ ڪي اهڙا هئا جنڪي تازن ڏوهن جي فيصلي جو انتظار هو –

سيني جا ڪنڌ جهڪيل، نگاهون هيٺ ۽ ساهہ روڪيل هئا، ڇو تہ امير جي اکين ۾ هڪ قوت هئي جا مٿن رعب ۽ خوف طاري ڪري رهي هئي ۽ سندن دلين ۾ توجهہ ۽ خواهش جو ٻج رتبي رهي هئي –

مجلس ختم ٿي ۽ فيصلي جي گهڙي قريب اچي

وٺي - اسير پنهنجو هٿ مٿي کنيون ۽ بلند آواز ۾ چيائين:

"ڏوهين کي هڪ هڪ ڪري منهنجي اڳيان حاضر ڪيو ۽ ٻڌايو! سندن ڏوه ۽ گناه ڪهڙا ڪهڙا آهن؟"

قيدخاني جو در کوليو ويو، جنهن جي ڪاروائي پٺيان اٿيا معلوم ٿي رهيون هيون جيئن اوباسي ڏيندي وقت ڪنهن خوفناڪ جانور جي نڙي! سندس هڪ ڪنڊ مان هٿڪڙين ۽ بيڙين جي ڇم ڇم سان گڏ قيدين جي آهه و زاري جا آواز بلند ٿيا - ماڻهن نگاهون مٿي کنيون ۽ ڪنڌ موڙي موڙي ڏٺو - جيڪو ته اُن قبر جي اونهائين مان موت جي شڪار کي نڪرندي ڏسڻ ڪاڻ، پنهن جي نگاهن جي ذريعي قانون سان اڳرائي ڪرڻ چاهي ٿي.

ٿوري دير ڪانپوءِ ٻه سپاهي هڪ نوجوان جا ڏورا ٻڌي، عدالت جي ڪمري ۾ آيا، جنهنجي نراڙ جا وٽ ۽ مڪمل نهانديا، خود داري ۽ حوصله مندي جو آئينو هئا - هنکي ڏوهين جي ڪٽهڙي ۾ ٽڪي سپاهي ٻه قدم پوئتي هٽي ويا - اسير ٿوري دير تائين ڪيس غور سان ڏٺو ۽ پڇيو:

”هن نوجوان جو ڪهڙو ڏوه آهي؟ جو اسان جي سامهون اهڙو اوچو ڳاٽ ڪيون بيٺو آهي جو ڄڻ ته عدالت جي ڪٽهڙي ۾ ناهي پر ڪنهن فخر جي جاءِ تي آهي!“

سلطنت جي وزيرن مان هڪ جواب ڏنو:-

”هي قاتل آهي، ڪلهه هن حڪومت جي هڪ ذميدار آفيسر جو، جڏهن هو سرڪاري طرح ڳوٺن جو گشت ڪري رهيو هو، مقابلو ڪيو ۽ کيس زمين تي ڪيرائي قتل ڪري ڇڏيو - جنهن وقت هڪي گرفتار ڪيو ويو تنهن وقت مقتول جي رت ۾ رنگيل تلوار سندس هٿ ۾ هئي -“

اسير ڪاوڙ مان ڪنبڻ لڳو ۽ غيظ ۽ غضب جا تير سندس اکين مان وسڻ لڳا - ڳجندي چيائين:

”هکي تاريڪي ۾ واپس وٺي وڃي زنجيرن ۾ جڪڙيو ۽ سڀان صبح سندس ئي تلوار سان سندس سر قلم ڪري مرده جسم کي جهنگل ۾ اڇلي ڇڏيو ته سندس گوشت ڪانون ۽ ڳجهن جي خوراڪ ٿئي ۽ هوا سندس سڙيل لاش جي بدبوءِ سندس اهل و عيال ۽ يارن دوستن تائين پهچائي!!“

نوجوان کي قيدخاني ۾ موڪليو ويو، ماڻهن جون افسوس ڪندڙ اکيون سندس تعاقب ڪري

رهيون هيون ۽ فضا گهرن ۽ تڏن ساهن سان ڀريل هئي - هاءِ! هو مظبوط جسم ۽ حسين صورت نوجوان!!

هاڻي سپاهي هڪ نازڪ اندام ۽ حسين و جميل، نوجوان عورت کي گرفتار ڪري وٺي آيا، جنهن جي منهن تي مايوسي ۽ نااميدي جي زردي ڇانيل هئي - اکيون لڙڪن سان پر هئس ۽ ڪنڌ حسرت ۽ شرمساري جي بار کان جهڪيل!

امير کيس ڏسي ڪري پڇيو:

”۽ هن سڪل سڙيل عورت جو ڪهڙو ڏوهه آهي؟ جا اسان جي سامهون اهڙي طرح بيٺي آهي جهڙي طرح حقيقت جي پير ۾ پاڇو!“

هڪ سپاهي جواب ڏنو:

”هيءَ هڪ بدڪار عورت آهي - ڪلهه رات جڏهين سندس مڙس گهر پهتو ته هيءَ پنهن جي ڪنهن يار سان ستل هئي، کيس پوليس جي حوالي ڪيو ويو ۽ سندس يار ڀڄي ويو -“

امير هن کي غور سان ڏنو ۽ هوءَ شرم کان زمين ۾ پيهي وئي - ظلم ۽ سنگدلي جي شدت کان ڏند ڪرٽيندي امير حڪم ڏنو:

”هنکي قيد خاني جي اونداهين ۾ وٺي وڃي

کنڊن ۾ اچليو ته هيءَ پنهنجي سيج کي ياد
ڪري، جنهنکي هن پنهنجي بدڪارين سان ناپاڪ
ڪري ڇڏيو آهي- هن کي ماکيءَ ۾ ٻوڙ جو
پاڻي ملائي پياريو ته هيءَ انهن چمين جي لذت
کي ياد ڪري، جي مذهب ۽ قانون جي نگاهن
۾ حرام آهن ۽ سڀان صبح کيس ننگو ڪري شهر
کان ٻاهر وٺي وڃو ۽ سنگسار ڪري سندس جسم
کي اتي ئي ڇڏيو ته سندس گوشت بگهڙ
چيري ڦاڙي کائين ۽ هڏا ڪيوليون ماڪوڙيون
چٽ ڪن-"

نوجوان عورت قيدخاني جي ڀوتناهين ۾ ڪري
پئي وئي - ان وقت حاضرين امير جي عدل ۽ انصاف
تي حيرت آميز خوشيءَ جو اظهار به ڪري رهيا
هئا ۽ هن نوجوان عورت جي غمزده چهري جي
دلڪشي ۽ ڏکويل نگاهن جي بيوسي تي افسوس
به !

هاڻي سپاهين هڪ ڪمزور ۽ ٻوڙهي شخص کي
آندو، جو پنهنجن ڏڪندڙن ۽ ٿڙڪندڙن گوڏن
کي اٿين گهلي رهيو هو ڇو ته اهي سندس
گوڏڙيءَ جا پراڻا ۽ قاتل دامن آهن - اپاجهن نيڻن
سان سن چڱي طرفن ڏٺو، وڃاري جي نگاهن سان

مايوسي، محتاجي ۽ بد بختي ڇمي رهي هئي.
امير هن جي طرف ڏسي ڪري حقارت ڀريل انداز ۾ چيو:
”۽ هن نالائق شخص جو ڪهڙو ڏوهه آهي؟ جو اهڙي طرح ٻڌو آهي جيئن جيئرن ۾ مئل!“
هڪ سپاهي جواب ڏنو:
”هي چور آهي، ڪالهه رات جو هن ديول مان چوري ڪئي، پر معصوم راهبن کيس پڪڙي ورتو، تلاشي وٺڻ تي سندس جهوليءَ مان مقدس قربان گاهن جا برتن نڪتا.“
امير هڪڙي اٺين ڏنو جيئن ڪا بکايل گجهه مئل جهرڪيءَ کي ڏسندي آهي ۽ وڏي آواز ۾ چيائين:
”هن کي قيد جي تنگ ۽ اونداهي تهه خاني ۾ وجهي سندس جسم کي فولادي زنجيرن ۾ جڪڙيو! ۽ سڀاڻي صبح کيس هڪ وڏي وڻ ۾ لٽڪائي سندس ڳچيءَ ۾ ريشمي رسيءَ جي سرڪڻي ڦاهي جهو! دم نڪري وڃڻ کان پوءِ سندس جسم کي اتي ئي ڇڏيو ته جيئن عناصر سندس آڳريز جا سنڌ ۾ ڇڙ و ڇڙ ڪري ڇڏين ۽ هوا سندس جسم جي عضون کي اڏائي وڃي!!“

چور کي قيد خاني ۾ وٺي ويا ۽ ماڻهو پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا:

”هن بي ايمان پوڙهي کي پاڪ دبول جي قانون چورائڻ جي جرئت ڪيئن ٿي؟“

امير انصاف جي ڪرسيءَ تان اٿيو ۽ سپاهين جي دستي سان روانو ٿي ويو.

سلطنت جا ڪاروباري به سندس پوئتان پوئتان روانا ٿيا ۽ تماشبين به آهستي آهستي ٽڙي پکڙي ويا. هاڻي ان جاءِ تي ڪير به نه هو سواءِ قيدين جي فريادن ۽ بي سهارن جي آهن جي، جي فضا ۾ اٿين لرزي رهيون هيون جيئن پتين تي پاڇا!

جو ڪجهه ٿيو هو سو ٿيو پر مان اتي ئي ويٺو رهيس، انهيءَ آئيني وانگر جو چرندڙ پرندڙ پاڇن اڳيان رکيل هوندو آهي. آن وقت مان انهن قانونن تي غور ڪري رهيو هوس جي انسان، انسان لاءِ ٺاهيا آهن ۽ ان بيوقوفي تي مان دل ئي دل ۾ ڪڙهي رهيو هوس جنهن کي دنيا عدل ۽ انصاف چوي ٿي. مان ان وقت زندگي جي اسرار جي تلاش ڪري رهيو هوس ۽ هستي جي انجام سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس، ايتري تائين جو منهنجو دماغ پريشان ٿي ويو.

فڪر منهجي ذهن ۾ اٿين ڪر ٿي وبا جيئن شفق
بادلن ۾ لڪي وڃندي آهي. آخرڪار سان اتان
دل ٿي دل ۾ چوندو نڪتس:

”گناه زمين جي عناصر کي چوسي ٿو ۽ ٻڪريون
۽ رڍون گاهه کي چٽ ڪن ٿيون، بگهڙ، رڍن ۽
ٻڪرين کي شڪار ڪري ٿو ۽ گينڊو بگهڙ کي
ماري کائي ٿو. شينهن گينڊي کي ڦاڙهي وجهي
ٿو ۽ موت شينهن کي فنا ڪري ڇڏي ٿو. ڇا
ڪا قوت اهڙي به آهي جا موت تي غالب پئجي
ظلمن جي سلسلي کي ابدي انصاف بڻائي ڇڏي؟
ڇا ڪا قوت اهڙي به آهي جا هنن سڀني مڪروه
اسباب کي بهتر نتيجن ۾ تبديل ڪري ڇڏي؟.
ڇا ڪا قوت اهڙي به آهي جا زندگيءَ جي. هنن
سڀني جزن کي سٽ ۾ ڪري کلندي کڏندي
پنهنجو پاڻ ۾ جذب ڪري وٺي؟. ڇا ڪا قوت
اهڙي به آهي جا قاتل ۽ مقتول کي، بدڪار ۽
سندس يار کي، چور ۽ انهن ديول جي پادرين،
جنهن جو سال چوري ڪيو ويو، ڪنهن اهڙي
عدالت ۾ پيش ڪري جا امير جي هن عدالت کان
گهڻو بلند ۽ عاليٰ هجي؟“



ٻئي ڏينهن، ساڻ شهر کان ٻاهر، انهن سرسبز ميدانن ۾ هليو ويس، جتي خاموشي من موهيندڙ خوشيون عام جام ڪندي آهي ۽ فضا جي پاڪيزگي، حسرت ۽ نا اميدي جي انهن جراثيمن کي نابود ڪري ڇڏيندي آهي جي تنگ ۽ تاريڪ گهرن ۾ جنم وٺندا آهن - واديءَ جي قريب پهچي ڪري مون ڏٺو: عقابن، ڪانون ۽ ڳجهن جا ولر لامارا هڻي رهيا آهن، اهي ڪڏهين زمين تي لٿا ٿي ۽ ڪڏهين آسمان ۾ اڏاڻا ٿي - سڄي فضا سندن رڙين ۽ اڏرندڙن پرن جي ڦر ڦر ساڻ گونججي رهي آهي - حقيقت حال ڪي معلوم ڪرڻ لاءِ ٻه چار قدم اڳتي وڌيس تہ ڏٺم: هڪ مرد جو مرده جسم هڪ وڏي وڻ ۾ ٽنگيل آهي، هڪ عورت جو اگهاڙو لاش انهن پٿرن ۾ پيو

آهي جنهن سان ڪيس سنگسار ڪيو ويو آهي ۽ هڪ نوجوان جو ڌڙ ڌالڪ ۽ خون ۾ ليٿڙيل آهي ۽ ڳچي ڀري ڪري ڀڳي آهي –

ملان ٻئي رئيس، منظر جي هيبت تاڪي سهن جي بيناڻي تي هڪ ٿلهو ۽ اونداهو پردو وجهي ڇڏيو – سون اک ستي ڪنئي ته خون ۾ ليٿڙيل لاشن جي وچ ۾ موت جي ڀاڄي ڪانسواءِ ڪجهه ڏسڻ ۾ نه آيو – موت ڪن ڏٺو ته انساني قانون جي شڪار جي چوڌاري لامارا هٿڌڙ ڪاتون جي ڪانءِ ڪانءِ سان گڏ تباهي جي فرياد ڪانسواءِ سون ڪي ڪجهه ٻڌڻ ۾ نه آيو -

” آدم جا ٽي لخت - جگرا جي ڪلهه تائين زندگيءَ جي جهوليءَ ۾ هئا، اڄ موت جي چنبي ۾ اچي ويا !!

ٽي شخص ! جن ظاهري طرح قانون جي خلاف ورزي ڪئي ۽ انڌي قانون ڪين نپوڙي نهايت سنگدلي سان پائمال ڪري ڇڏيو!!

ٽي هستيون! جنکي جهالت ڏوهي قرار ڏنو – ڇاڪاڻ ته اهي ڪمزور هيون - ۽ قانون ڪين موت جي حوالي ڪري ڇڏيو – ڇاڪاڻ ته اهو طاقتور هو!! “

هڪ شخص ٻئي شخص کي قتل ڪيو ته دنيا
چيو :

”هي ظالم قاتل آهي!“ پر جڏهين امير
هنکي قتل ڪرائي ڇڏيو ته چيو: ”هي امير انصاف
ڪندڙ آهي!“

هڪ شخص ديول مان چوري ڪئي ته ماڻهن
چيو : ”هي بدمعاش چور آهي!“ پر جڏهين امير
سندس زندگي کسي ورتي ته چيائون : ”هي امير
احترام جي قابل آهي!“

هڪ عورت پنهنجي مڙس جي امانت ۾ خيانت
ڪئي ته سڀ نندا وڏا چوڻ لڳا: ”هيءَ ڪميڻي
بدچال آهي!“ پر جڏهين امير سندس پوشاڪ
لهرائي ڪيس بزارين ۽ گهٽين ۾ گهمرايو ۽ سڀني
جي سامهون سنگسار ڪرايو ته چيائون : ”هي
امير شرافت جو پتلو آهي!“

خون وهائڻ حرام آهي پر امير جي لاءِ ڪنهن
حلال ڪري ڇڏيو؟

مال چورائڻ ڏوه آهي، پر ڪنهن کي زندگي
جي نور کان محروم ڪري ڇڏڻ، عظمت ۽
بزرگي جو سبب ڪنهن قرار ڏنو؟

عورت جو مڙس جي امانت ۾ خيانت ڪرڻ

خراب آهــي پــر كيس سنگسار ڪـرڻ ڪنهن سٺو قرار ڏنو؟

اسين برائي جو مقابلو ان ڪان بہ وڏي برائي سان ڪيون ٿا ۽ چئون ٿا: ”هي قانون آهي!“

اسين فساد جو خاتمو ان ڪان بہ وڏي فســاد سان ڪيون ٿا ۽ رڙيون ڪيون ٿا: ”هي ناموس آهي!“

اسين ڏوه تي غالب پوڻ لاء ان ڪان بہ وڏو ڏوه ڪيون ٿا ۽ شور ڪيون ٿا: ”هــي انصاف آهي!“

ڇا امير ڪڏهين بہ پنهنجي ڪنهن دشمن کي قتل نہ ڪيو آهي؟

ڇا هن ڪڏهن بہ پنهنجي ڪنهـن ڪمـزور زيردست جي مال ۽ جائيداد تي زبردستي قبضو نہ ڪيو آهي؟

ڇا ڪا حسين عورت سندس شهواني جذبات ۾ طوفان برپا ڪرڻ جو سبب نہ بڻي آهي؟

ڇا هو پنهنجي سموري زندگي ۾ انهن گناهن کان بچيو رهيو آهي، جو سندس لاء قاتل کـي قتل ڪرائڻ، چور کي قاسيء تي لٽڪائڻ ۽ زانيء کي سنگسار ڪرائڻ جائز ٿي ويو؟

ڪير هو جنهن ڦاسي ڏيڻ لاءِ چور کي وڻ ۾ لٽڪايو؟ ڇا هن جهان ساڻ فرشتا هيٺ لهي آيا هئا، يا آهي ئي ماڻهو هئا جي هر شيءِ کي جا انهن جي هٿ چڙهي وڃي ٿي، ماڻ جو ڪير سمجهن ٿا!

ڪير هو جنهن قاتل جو سر ڪپيو؟ ڇا آسمان کان پيغمبر نازل ٿيو هو؟ يا اهي ئي سپاهي هئا جي ماڻهن کي قتل ڪن ٿا ۽ پاڻيءَ وانگر سندن رت وهائين ٿا!

ڪير هو جنهن زانيءَ کي سنگسار ڪيو؟ ڇا زهدان - شب زنده وار پنهنجي حجرن مان نڪري آيا هئا؟ يا آهي ئي ماڻهو هئا جي هر وقت گناهن ۾ پريل ۽ اونداهي جي پردن ۾ لڪي ڪري موجون ڪن ٿا!

قانون ـــــــ قانون ڇا آهي؟ ڪير آهي جنهن ڪيس سج جي ڪرڻن سان گڏ آسمان کان هيٺ لهندي ڏٺو آهي؟ ڪهڙو بشر آهي جنهن الله جي دل کي ڏسي ڪري عالم انساني جي متعلق سندس مرضيءَ کي حاصل ڪيو آهي؟ ۽ ۽ ڪهڙي زماني ۾ فرشتا انسانن کي چوڻ آيا هئا ته ”ڪمزورن کي زندگي جي نور کان محروم

ڪري ڇڏيو! غريب ۽ زبون حال مائين کي موت جي تير جو نشانو بڻايو ۽ خطاڪارن کي فولادي پيرن سان چيپاتي ڇڏيو!!"

منهن جو دماغ انهن فڪرن جي ڪشمڪش ۾ ۽ منهن جا جذبات انهن خيالن جي چڪتاڻ ۾ مبتلا هئا جو مون ڪنهن جي قدمن جو آواز ٻڌو، جو آهستي آهستي منهنجي ويجهو ٿي رهيو هو. مون ڏٺو: هڪ نوجوان عورت، ويڙهيل سيڙهيل، ٻڌل ٻاڌل، خوف مان چئني طرفن ڏسندي، وڻن جي جهنڊ مان نڪتي ۽ انهن ٿڌي لاشن وٽ وئي، جڏهين هن نوجوان جو وڍيل سر ڏٺو تڏهين رنج ۽ غم کان دانهن نڪري ويس ۽ ان جي طرف نوڙي ڪري ڪيس پنهنجي ڏڪندڙ ڪرائين جي وچ ۾ کڻي ڪيو، سندس اکين مان بي اختيار لڙڪ جاري ٿي ويا ۽ هن مقتول جي گهنڊيدار وارن کي پنهنجي هٿ ۾ کڻي ڪري هڪ اهڙي دردناڪ ۽ دل چيريندڙ آواز ۾ روئڻ شروع ڪيو جو سندس دل جي گهرائين مان نڪري رهيو هو، جڏهين هوءِ روح راڙي ۽ ماتم جي شدت کان ماندي ۽ حسرت ۽ نا اميدي جي هجوم کان هارائي ويئي تڏهين پنهنجي هٿن سان

جلدي جلدي قبر کوٽڻ لڳي - هڪ ڇڳي موچاري
قبر کوٽڻ کان پوءِ هن نوجوان جي لاش کي ڳهلي
انهيءَ وڏو ۽ هڪ قيامت خير اطمينان سان سندس
رت ۾ رنگيل سر کي سندس پنهي ڪلهن جـي
وچ تي رکي ڪري قبر کي مٽيءَ سان لٽي ڇڏيو
۽ انهيءَ تلوار جي ڦر کي قبر مٿان کوڙي ڇڏيو،
جنهن سان سندس سر وڍيو ويو هو - جڏهين هوءَ
وڃڻ لڳي تڏهين مان سندس طرف وڌيس، مونکي
ڏسي ڪري هوءَ ڇرڪي وئي ۽ خوف کان ڪيس
اهڙي ته ڏڪڻي اچي ورتو جو هوءَ زمين تـي
ڪري پئي - گرم گرم لڙڪ، بارش وانگر سندس
اکين مان جاري هئا، تڏو ساهه پرندي هن چيو:
”جيڪڏهين تنهنجي خواهش هجي تـه امير
وٽ پلي منهنجي شڪايت ڪر! چاڪاڻ ته منهن
جي لاءِ اهوئي بهتر آهي ته مان مري وڃان ۽ ان
شخص سان وڃي ملان جنهن مون کي بدنامي جي
چنبي مان ڇڏايو، ان جي مقابلي ۾ جو سان
سندس لاش کي ڳجهن ۽ جهنگلي جانورن جـي
خوراڪ لاءِ ڇڏي ڏيان —“
مون چيو:
”مصيبت جي ماريل ڀيڻ! مان ته پاڻ تنهن

جي اچڻ کان اڳ هن جي جواني جي موت تي ماتم ڪري چڪو آهيان - مون کان نه ڊڄ، پر مونکي ٻڌاءِ! هن توکي ڪهڙي طرح بدنامي جي چنبي کان نجات ڏياري؟"

غم جي شدت کان سڏڪا پريندي هن چيو:

"امير جو موڪليل هڪ آفيسر ڍل وصول ڪرڻ لاءِ اسان جي ڳوٺ ۾ آيو، جڏهين هن مون کي ڏٺو ته خوفناڪ پسنديدگيءَ جي چمڪ سندس اکين ۾ پيدا ٿي ۽ هن منهنجي غريب پيءُ تي ايتري ته وڏي ڍل مڙهي، جنهنکي ڪوبه دولتمند ڏئي نه ٿي سگهيو، ڍل جي سونين مهرن جي عيوض هن مونکي امير جي محل ۾ پهچائڻ لاءِ جهليو - مون روئي روئي ڪيس رحم جي درخواست ڪئي پر هن هڪ به نه ٻڌي - مون ڪيس پنهنجي پيءُ جي ٻڍاپي جو واسطو ڏنو، پر سندس دل نه پني - مجبورن مون دانهون ڪوڪون ڪري ڳوٺ وارن کان مدد گهري، ته هي نوجوان جو منهنجو مڱيندو به هو، آيو ۽ مونکي هن ظالم جي هٿن مان ڇڏايائين - آفيسر غصي جي ڪري آپي کان ٻاهر نڪري ويو ۽ چاهيائين ته ڪيس ساري وجهي پر نوجوان ڦڙتي ڪئي ۽ سامهون پيت تي

تنگيل ترار لاهي ۽ آفيسر کي زمين تي ڪيرائي هڪ ئي هٿ سان سندس ڪم پورو ڪري ڇڏيو. مردانگي جي ناموس ڪيس پيچ لاءِ مجبور نه ٿيڻ ڏنو، جو علم ڏوهارين جو ڪم آهي – هي شجاعت ۽ خودداري جو پتلو اتي ئي بيٺو رهيو ايستائين جو سپاهي آيا ۽ ڪيس گرفتار ڪري وٺي ويا.

ائين چئي هن موت ڏي اهڙي نظر سان ڏٺو جنهن سندس دل کي چيري وڌو ۽ سيني ۾ غم جي آگ جا شعلا ڀڙڪائي ڇڏيا – هوءَ تڪڙا تڪڙا قدم کڻي اتان هلي وئي. فضا سندس دردناڪ آواز ۽ دل ڏاريندڙ روح راڙي سان گونجندي رهي.

ٿوري دير کان پوءِ موت ڏٺو ته هڪ نوجوان ڪوٽ جي ٻانهن سان پنهنجو منهن ڍڪيو اچي رهيو آهي – زالتيه جي لاش ويجهو پهچي هن پنهنجو ڪوٽ لاٿو ۽ هن جي اگهاڙي جسم تي وجهي ڇڏيو. پوءِ خنجر سان جيئن تيئن هڪ قبر کوٽيائين ۽ آهستگي سان سندس لاش کي کڻي اُن ۾ دفن ڪيائين، اهڙي طرح جو سندس تيڻ سان اڙڪن جي لانڍ هئي ۽ دل قابوءَ کان ٻاهر – ان ڪم کان واندي ٿيڻ کان پوءِ، هو آس پاس جي

ٻوڙن مان ڳل ٻئي هڪ ڳل دستو ڏاهيو ۽ انهيءَ
قبر تي رکيو - جڏهين هن وڃڻ جو ارادو ڪيو
تڏهين مون ڪيس ٻيهاريو ۽ چيو:

”تنهنجو هن ٻي يار ۽ مددگار عورت سان
ڪهڙو ناتو آهي، جو تو جان جوکي ۾ وجهي
امير جي حڪم جي خلاف ورزي ڪئي ۽ سندس
چچريل لاش کي شڪاري پکين جي خوراڪ ٿيڻ
کان بچايو؟“

هن منهن جي طرف ڏٺو، سندس اکيون جي
رنج ۽ بيداريءَ جي ڪري ڳاڙهيون هيون سي
ڇڳيءَ پر سندس ڏکن سورن جو داستان ٻڌائي
رهيون هيون - گهٽيل آواز ۾ ڏک سان پريل ٿڌا
ساهه کڻندي، هن چيو:

”مان اهوئي بدنصيب آهيان جنهن جي ڪري
هن کي سنگسار ڪيو ويو آهي - مان ۽ هيءَ انهيءَ
وقت کان هڪ ٻئي کي گهرندا هئاسين جڏهين
اسين اڃان ننڍڙا هئاسين ۽ گڏجي کيڏندا وتندا
هئاسين - عمر سان گڏ اسانجي محبت به وڌندي
رهي - ايتري تائين جو اها اسان جي دلين جي
ملڪه بڻجي وئي جنهن جي خدمت اسان پنهنجو
ايمان سمجهندا هئاسين - محبت اسان ٻنهي کي پنهن

جي طرف مائل ڪيو ۽ جڏهين ڏنائين ته اسان پنهنجي روح جو هر مزو سندس لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي تڏهين سيني سان لڳايائين.

هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي ته مان شهر کان ڪيڏانهن ٻاهر ويل هوس ته هن جي والد سندس شادي زوري هڪ اهڙي شخص سان ڪرائي جنهن کان ڪيس بي حد نفرت هئي. جڏهين مان موٽي آيس ۽ مون کي هن حادثي جو اطلاع مليو ته منهن جا ڏينهن وڏا ۽ اونداهين راتين ۾ بدلجي ويا ۽ منهنجي زندگي هڪ سانده ڪشمڪش ۽ هميشه جو عذاب ٿجي وئي — مان پنهنجي جذبات کي دٻائڻ ۾ .......... پنهن جي نفس جي خواهش تي غالب پوڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس، پر محبت کي موتني فتح حاصل ٿي ۽ مونکي چوري چوري هن وٽ ائين وڃي وڻي جيئن اڪين وارو انڌي کي وڃي ويندو آهي.

خوش قسمتي سان مونکي هن جون نور سان ڀريل اکين ڏسڻ ۽ سريلي آواز ٻڌڻ جو موقع مليو. مون ڏٺو ته هن اڪيلي ويٺي تي پنهن جي قسمت تي رنو، پنهن جي ان محبت جو ماتم ڪري رهي هئي جا خوشحال تيڻ کان اڳ ٿي

سماجي جهالتن تي قربان ڪئي وئي - سان تـوري فاصلي تي سندس ساٿهون ويٺي - خاموشي اسانجي گفتگو هئي ۽ پاڪبازي اسان جي محافظ - پـر افسوس جو هڪ ڪلاڪ ئي نہ گذريو هو جـو اوچتو سندس مڙس آيو - مونکي ڏسندي ئي هن جا ڪميڻا جذبات سجاڳ ٿيا ۽ هن پنهنجي بيدرد هٿن سان هن جي نازڪ گردن پڪڙي رڙيـون ڪرڻ شروع ڪيون:

”يارو! اچو!! رنڊيءَ ۽ سندس يار کي ڏسو!!!“

پاڙيسري ڊڪندا ڊوڙندا آيا ۽ ڪانسٽ تـوري دير پوءِ پوليس بہ اطلاع ملڻ تي آئي - ظـالـم مڙس هن غريب کي سپاهين جي سخت ۽ بيرحـم هٿن جي حوالي ڪيو جي ڪيس زبردستي اهـڙي حالت ۾ وٺي ويا جو هوءَ پنهنجا وار پٽيندي ۽ ڪپڙا ڦاڙيندي رهي — رهيس مان، سو مونکـي گرفتار ڪرڻ تہ درڪنار پر ڪنهن هـي بہ نہ پڇيـو: ”تون ڪير آهين؟“ انڌو قانون ۽ ذليل سماج عورت جي خطا معاف نہ تـو ڪـري، جيڪڏهن ڪانشس ڪا غلطي ٿي وڃي، پر مـرد سندس مقابلي ۾ ڪيئن بہ معافي ۽ درگذر جـو مستحق آهي -

نوجوان پنهن جي ڪپڙن سان منهن ڍڪي شهر ڏانهن موٽي ويو ۽ مان پنهن جي جڳهه تي ويٺي ڪيس غور سان ڏسي رهيو هوس ۽ تڏا ساهه پريندو رهيس -

جنهن وقت ڪنهن هوا جي جهوٽي وڻ جي تارين کي لوڏيو ته ڦاسيءَ تي لٽڪيل چور جو لاش به لڏيو ۽ ڄڻ ته هوا ۾ رهندڙ روحن کي التجا ڪري رهيو هو ته ڪيس به ڦاسيءَ تان لاهي ڪري غيرت ۽ محبت جي شهيدن جي پر ۾ زمين جي سيني مٿان سمهارين -

هڪ ڪلاڪ کان پوءِ قاتل تقل رلي ۾ هڪ ڏبري ۽ ڪمزور عورت نظر آئي - ڦاسيءَ تي ٽنگيل چور جي لاش ويجهو پهچي بيهي رهي ۽ دانهون ڪري پنهنجو سينو ڪٽڻ لڳي - ٿوري دير کان پوءِ هوءِ وڻ تي چڙهي ۽ پنهنجي ڏندن سان رسيءَ کي ڪپيائين - لاش زمين تي اٿين ڪريو جيئن پاڻيءَ ۾ پنل ڪپڙو ڪرندو آهي - هاڻي اها عورت هيٺ لٿي ۽ انهن بنهي تڻين قبرن جي پرسان هڪ بي قبر کوٽي لاش کي دفن ڪيو ۽ مٿس مٽي وجهڻ کان پوءِ آس پاس کان به ڪانيون ڪٽي آئي هٿي جنهن جو صليب ناهي قبر جي مٿن کان

ڪوڙيائين -

جڏهين هن وچڻ جي ارادي سان پنهنجو منهن ان طرف ڪيو جتان هوءَ آئي هئي ته مون ڪيس بيهاري پڇيو:

”توکي اهڙي ڪهڙي ضرورت پئي جو هڪ چور کي دفنائڻ لاءِ هت آئينءَ؟“

لڙڪن سان پريل اکين سان، جن کي رنج ۽ بدبختي جي پاڇن ڪاراڻي چڏيو هو، هن مونڏي ڏنو ۽ چيو:

”هي منهنجو پاڪدامن ۽ نيڪ ڪردار مڙس آهي جو ڪلهه تائين منهنجي مصيبتن جو ساٿي ۽ منهنجن ٻچن جو غمگسار پيءُ هو ـــــ منهن جن انهن پنجن ٻارن جو پيءُ جي بک کان ڦٿڪي رهيا آهن، جن مان سڀني کان وڏو اڃان سالن جو آهي ۽ سڀني کان ننڍو ڇهن مهينن جو آهي! هي چور ناهي پر ڪڙمي هو ۽ ديول جي زمين ڪاهڻ جو ڪم ڪندو هو، جنهن جي بدلي ۾ پادري ڪيس صرف ايتري ماني ڏيندا هئا جنهن کي اسين شام جو کائڻ کان پوءِ صبح جي لاءِ هڪ گره به نه بچائي سگهندا هئاسين - هن پنهنجي سموري جواني ديول جي ٻنين کي پنهنجي رت ۽ پگهر سان آباد

ڪرڻ ۽ انهن جي باغن کي پنهنجي ٻارن جــي
قوت سان سر سبز رکڻ ۾ قربان ڪري ڇـڏي ـ
پر ان محنت ۽ جانفشاني جو بدلو کيس هي مليو
جو جڏهين پوڙهو ٿيو ته تمام گهڻـي محنــت
کيس ٿڪائي وڌو ۽ نت نئين بيمارين اچي گهيريو
ته کيس هيئن چٽي ڪڍيو ويو ته ” هاڻي دنيــول
کي تنهنجي ضرورت نه رهي ـ جڏهين تنهن جا ٻار
جوان ٿين ته پوءِ اسان وٽ موڪلجانءِ ته کيــن
تنهنجي جاءِ ڏيون. “ هن پادرين اڳيان منٿــون
آزيون ڪيون ۽ جڏهين انهن تي ڪوبه اثر نه ٿيو
ته فرياد لاءِ مونکي انهن وٽ موڪليائين ـ مان ويس
۽ مسيح ناصري ٴجو واسطو وجهي کين رحم جي
درخواست ڪيم ـ مون کين فرشتن ۽ خــدا جي
نيڪ ٻانهن جا قسم وڌا ليڪن نه انهن کي اســان
پنهن زال مڙس تي ڪو ترس آيو نه اسان جــي
معصوم ۽ ڏکايل ٻارن تي ـ مجبور ٿي منهن جــو
مڙس محنت مزوري جي خيال سان شهر ويو ـ پر
اتان به هو ناڪام واپس موٽيو ڇاڪاڻ ته بنگلن ۾
رهندڙ خدمت چاڪري لاءِ به تندرست ۽ توانــا
جوان پسند ڪن ٿا ـ چئني طرفن کان مايوس ٿي
ڪري هي ڀڄي نڪتو، پر ماڻهن کيس خبرات جي

۾ قابل نہ سمجھيو بلڪ هيئن چوندا لنگهي ويا تہ ”تو جهڙي ڪاهل ۽ حرام هڏ کي خيرات ڏيڻ جائز ناهي.“

هڪ رات جو ذڪر آهي، غربت ۽ لاچاري اسان کي اڌ مئو ڪري ڇڏيو هو، ٻار بک کان زمين تي ليٽڙاٽيون پائي رهيا هئا، ڪجهہ واري ٻار منهن جي ڇاتي تي چوسي پر ڪير نہ هٿڻ ڪري زار زار روئي رهيو هو. هي حال ڏسي منهن جي مڙس جي منهن جو رنگ اڏامي ويو ۽ هو رات جي اونداهي ۾ نڪري ڪري ديول جي ان ڪوٺڙي ۾ وڃي گهريو جنهن ۾ پادري اناج شراب جو ذخيرہ رکندا آهن، پنهنجي پٺيءَ تي هڪ ڳوڻ کڻي جڏهين موٽي رهيو هو تہ پادري سجاڳ ٿي پيا ۽ کيس پڪڙي خوب ماريو ۽ گاريون ڏنيون صبح ٿيڻ تي هيئن چئي کيس پوليس جي حوالي ڪيو ويو ”هي چور آهي جنهن ديول جا سونا ٿانو چوري ڪري کڻي وڃڻ چاهيا ٿي.“ سپاهي هن کي گرفتار ڪري وٺي ويا ۽ امير جي حڪم سان ڦاهيءَ چاڙهايو تہ جيئن سندس گوشت سان ڳجهون ۽ ڪانو پنهنجو پيٽ ڀرين، فقط ان گناهہ جي بدلي ۾ تہ هن اناج جي وڏيڪ حصي

مان پنهنجي ٻچڻ جو پيٽ ڀرڻ چاهيو ٿي، جو هن ديول جي نوڪريءَ واري زماني ۾ پنهنجي محنت سان جمع ڪيو هو.

غريب عورت هاي وئي. سندس پڳل ٿلهن لفظن سان غمگين پاڇا بلند ٿي ڪري چئني طرفن اهڙي طرح پکڙجي ويا جيئن دونهين جي ٿنڀن مان هوا ڪيڏندي رهي هجي.



مان انهن ٿنهي قبرن جي وچ ۾ ويٺو هوس، ان ڏڪندڙ ڪنبندڙ ڏوهاري وانگر جنهنجي زبان دل جي بي حد صدمي بند ڪئي هجي ۽ سندس اکين مان اڙڪن جو هڪ قطرو ڳل تي ٿمي اچي جو سندس سيني جذبات جو آئينيدار هجي. سوڻ ڪجهه سوچڻ چاهيو پر منهنجو ذهن ان لاءِ آماده نه ٿيو ڇاڪاڻ ته ذهن ان ڳل مثل هوندو آهي جنهن جون پنکڙيون اونداهي ۾ مرجهائجي وڃن ٿيون ۽ رات جي پاچن کي پنهنجي خوشبوءِ سان نه ٿيون نوازين.

مان ويٺو هوس ۽ انهن قبرن مان مظلوميت جي فرياد اڀري رهي هئي — جهڙي طرح ساترئ جي خلائن مان ڪو هيرو ابرندو آهي — ۽ مون

تائين پنهنجو آواز پهچائڻ لاءِ منهنجي ڪنن جي چوڌاري ڦري رهي هئي -

مان خاموش ويٺو هوس - جيڪڏهن انسانيت خاموشي جي گفتگو سمجهي سگهي ها ته جانوريت مقابلي ۾ الوهيت کي وڌيڪ قريب هجي ها -

مان ويٺو تڏا ساهه ڪڍندو رهيس - جيڪڏهن منهنجي تڏن شوڪارن جا شعلا آس پاس جي وڻن کي ڇهن ها ته اهي به لرزي اٿن ها، پشيماني جي سبب پنهنجون پاڙون ڇڏي سرڪن ها، پنهن جي ٽارين سان امير ۽ سنڌس فوج جو مقابلو ڪن ها ۽ پنهنجي ٽڙن سان ديبل جون ديواريون پاد رين جي مٽان ڪيرائين ها -

مان ويٺو ڏسي رهيو هوس، منهنجي نگاهن سان ڪڏ لطف ۽ شفقت جي شيريني ۽ رنج ۽ غم جي تلخي انهن ٽنهين قبرن تي وسي رهي هئي - هڪ نوجوان جي قبر تي جنهن هڪ ڪمزور ۽ بي سهاري ڪنواري ڇوڪري جي عزت بچائي ۽ ان ڏاريندڙ ڦاڙيندڙ جانور جي چنبي ڪان ڇڏايو ۽ ماڻهن سنڌس شرافت ۽ شجاعت جي بدلي سنڌس سر ڪپي ڇڏيو - هن نوجوان ڇوڪريءَ اها تلوار سنڌس قبر تي انهيءَ لاءِ کوڙي هئي ته ظلم ۽

جهالت جي حڪومت ۾ مردانگيءَ جي انجام جو داستان ٻڌائڻ لاءِ دنيا جي سامهون هڪ يادگار باقي رهي -

هڪ نوخيز حسين عورت جي قبر، جنهن کي جسماني خواهشن جي بيدار ٿيڻ کان اڳ روحاني محبت ڇهيو، ۽ هوءَ سنگسار ڪئي وئي، فقط ان لاءِ ته سندس دل مرندي دم تائين پنهنجي محبوب جي امانت ڪانسواءِ ٻي ڪنهن شيءِ کي قبول نه ڪيو - سندس حبيب سندس مٽيءَ تي گلن جو گلدستو ان لاءِ سجايو هو ته اهي مرجهائڻ ۽ ڇڻڻ کان اڳ انهن هستين جي انجام تي روشني وجهن، جن کي محبت آن قوم ۾ عزت ۽ امتياز بخشيو، جنهن کي ماديت انڌو ۽ جهالت ٻوڙو ڪري ڇڏيو آهي ---- ۽ هن غمزده مفلس جي قبر تي، جنهن جون ٻانهون ڏيول جي پٽن ۽ باغن جي خدمت ڪندي ڪندي ٿڪجي پيون ته پادرين پين مضبوط ٻانهن کان ڪم وٺڻ لاءِ کس ٻاهر ڪڍي ڇڏيو - مجبور ٿي ڪري هن چاهيو ته محنت مزوري ڪري پنهنجي ننڍڙن ٻچڙن لاءِ ڪو ماني گهيو حاصل ڪري - پر ڪنهن به کانئس ڪم وٺڻ پسند نه ڪيو - پوءِ هن پنهنجي خودداريءَ

جو ڳالهه ڳوٺ جي ڍڳ چاهيو پر ڪنهن الله
جي بندي کيس خيرات به نه ڏني ۽ جڏهن سڀني
طرفن کان مايوس ٿي وڃڻ کان پوءِ هن ڪوشش
ڪئي ته اَن اناج مان جنهن کي هن رت ۽ پگهر
جي پورهئي سان جمع ڪيو هو ڪجهه ٿورو اَن
کڻي اچي ته ماڻهن کيس پڪڙيو ۽ امير ڦاهي ۽
چاڙهائي ڇڏيس. سندس بيوه سندس قبر تي صليب
ان لاءِ کوڙيو هو ته رات جي خاموشيءَ ۾ آسمان
جي تارن کي انهن پادرين جي ظلم جو شاهد بڻائي
جي مسيحي تعليمات کي انهن تلوارن سان بدلي
ڇڏين ٿا. جن سان سر ڪٽيا وڃن ٿا ۽ جن جون
تيز ڌارون مسڪينن ۽ ڪمزورن جي جسمن کي
پنهنجي غذا بڻائين ٿيون.

آفتاب شفق جي پردي ۾ روپوش ٿي ويو هو
جڏهن ته انسانن جون مصيبتون ڏسندي ڏسندي
ٿڪجي پيو آهي ۽ انهن جي ظلم ۽ ستم جي
زيادتي کيس عاجز ڪري وڌو آهي. شام، تاريڪي
۽ سڪون جي تندن سان اُڻيل هڪ ٿلهي چادر
ڍڪيندي اچي رهي هئي ته جيئن کيس فطرت جي
جسم مٿان وڌو وڃي. مون آسمان ڏي ڏسي
ڪري قبرن ۽ سندس پيدن طرف هٿ کنيا ۽ بلند

آواز ۾ چوڻ شروع ڪيو:

”او شجاعت ۽ مردانگي! هيءَ تنهنجي ئي تلوار آهي جا مٽيءَ ۾ ڪتل آهي!!“

”او محبت! هي تنهنجا ئي گل آهن جن کي باهه جي شعلن جهتيو آهي!!“

”۽ او مسيح ناصري! هي تنهنجو ئي صليب آهي جنهنکي رات جي اونداهين لڪائي ڇڏيو آهي!!“



# فنڪار

جڳهه: بيروت ۾ يوسف مسرت جو گهر

زمانو: سومر خزان جي هڪ رات.
سن ١٩٠١ع

# افراد

پال — گوڏ ۽ اديب

يوسف مسرت — اديب ۽ مضمون نگار

مس هيلينا مسرت — يوسف مسرت جي ڀيڻ

سليم — شاعر ۽ عودنواز

خليل — سرڪاري ملازم



# پردو ڪڇي ٿو

يوسف مسرت جي گهر جو هڪ
سينگاريل ڪمرو، جنهن ۾ چئني طرفن
ڪتابن ۽ ڪاغذن جا ڍير آهن - خليل
پائپ پي رهيو آهي - مس هيلينا مسرت
ڪجهه آڻي رهي آهي ۽ يوسف مسرت
سگريٽ جو دونهون اڏائي رهيو آهي -

خليل - (يوسف مسرت جي طرف مخاطب ٿيندي)
اوهان جو مضمون "فنون لطيفه ۽ ان جو
اخلاقي اثر" اڄ منهنجي نظر کان گذريو -
قسم خدا جو! واه جو لکيو اٿو!! جيڪڏهن
منجهس مغربي رنگ نه هجي ها، ته حقيقت
هي آهي ته پنهنجي موضوع جي لحاظ

ڪان بهترين مضمون هو - مسرت صاحب!
مان انهن ماڻهن مان آهيان جي فرنگي ادب
جي اثرات کي عربي زبان لاءِ نقصانڪار
سمجهن ٿا.

يوسف مسرت- (مرڪندي) اوهان ٺيڪ فرمايو،
اوهان جو فرنگي لباس پهرڻ، فرنگي قانون
۾ ڪاڏو ڪاڙهڻ ۽ فرنگي ڪوچن تي ويهڻ
خود اوهان جي قول جي ترديد ٿو ڪري.
انهن سڀني ڳالهين ڪانسواءِ مان ڏسندو
آهيان ته اوهان عربي ڪتابن جي مقابلي ۾
انگريزي ڪتابن جي مطالع طرف وڌيڪ
مائل آهيو.

خليل: انهن متاچري ڳالهين کي ادب ۽ فن سان
ڪوبه واسطو ڪونهي.

يوسف مسرت- نه! تعلق آهي ۽ تعلق به زنده
۽ فطرتي تعلق!!! جيڪڏهين اوهان ذرو
غور ڪيو ته معلوم ٿي ويندوءِ ته فن اسان
جي رهڻي سهڻي، اسان جي لباس، اسان جي
مذهبي ۽ اجتماعي روايتن سان نه پر اسان
جي سماجي زندگيءَ جي هر پاڱي سان
گهرو تعلق رکن ٿا.

خليل - مجيم تہ مجبورا ھون کي يورپ جون کي
شيون اختيار ڪرڻيون ٿيون پون پر تنهن
هوندي به مان مشرقي آهيان ۽ مرندي دم
تائين مشرقي رهندس ۽ اهوئي سبب آهي
جو مان چاهيان ٿو تہ عربي ادب سينڌي
اجنبي اثرات کان پاڪ ۽ صاف رهي -
يوسف مسرت - خوب: تنهن جو مطلب هي ٿيو
تہ اوهان عربي زبان ۽ ادب کي موت جي
ننڊ سمهارڻ گهرو ٿا -
خليل - اهو ڪيئن؟
يوسف مسرت - قديم قومون جيڪڏهن جديد
قومن جي ثمرات کان فائدو نہ وٺن تہ
سندن ادب مري وڃي ٿو ۽ سندن معنوي
زندگي تباه ٿي وڃي ٿي -
خليل - اوهان جي ڳالهہ دليل طلب آهي -
يوسف مسرت - هڪ نہ پر هزارين دليل!
(ايتري ۾ پال ۽ سليم اچن ٿا ۽ حاضرين
سندس آجيان لاءِ اٿن ٿا)
يوسف مسرت - اچو! سائين اچو!! (پال جي
طرف رخ ڪري) بلبل - شام تشريف
فرمايو!!

(مس هيلينا، پال جي طرف ڏسي ٿــي،
سندس ڳل ڪجهه لالي مائل ٿي وڃن ٿا-
۽ منهن تي خوشيءَ جي لهر نمودار ٿئيس
ٿي)

سليم- اوهان کي خدا جو قسم يوسف صاحب،
جيڪڏهن اوهان پال لاءِ ڪو هڪ لفظ به
چڱو استعمال ڪيو آهي-

يوسف مسرت- ائين ڇو؟

سليم- (ڪجهه چرچي طور ۽ ڪجهه سنجيدگيءَ
جي انداز ۾) انهيءَ لاءِ ته هي ڪنهن به
عزت ۽ ڪنهن به تعريف جو حقدار نــه
آهي چالاڪان ته هن جون عــادتــون ۽
خاصيتون عجيب و غريب آهن- چالاڪان ته
هي بالڪل آهن-

پال- (سليم کي) ڇا مان اوهان کي انهــيءَ لاءِ
پاڻ سان آندو آهي ته اوهان منهــن جــي
ڪمزورين تي روشني وجهو، منهنجي اخلاق
۽ عادتن کي کولي بيان ڪريو-

مس هيلينا- ڇا ٿيو؟ سليم صاحب! ڇا اوهان پال
جي ڪنهن ٿئين ڪمزوريءَ جو پتو لڳايو
آهي؟

**سليم** - هن جون برائيون ڪمزوربون هميشه نئيون رهنديون ايتري تائين جو هي مري وڃي ۽ زمين جو هڪ حصو ٿي وڃي.

**يوسف مسرت** - بڏاءِ ته سهي، ڇا ٿيو؟ اسان هيءَ حقيقت "الف" کان "ي" تائين بڌڻ گهرون ٿا.

**سليم** - (پال کي) پال صاحب! اجازت آهي ته مان اوهان جا ڏوهه ڳڻايان يا اوهين پاڻ ئي قبولي ڇڏيندو؟

**پال** - منهن جي ته مرضي آهي ته تون قبرستان وانگر خاموش ۽ پوڙهي جي دل وانگر چپ چاپ رهه.

**سليم** - ڇگو! هاڻي ته مان ضرور بڌائيندس!!

**پال** - معلوم ٿو ٿئي ته اوهان مونکي تنگ ڪرڻ ٿا چاهيو.

**سليم** - منهن جي مرضي آهي ته اوهان جي حماقت هنن کي بڌايان ته هي پاڻ ئي فيصلو ڪن.

**هيلينا مسرت** - (سليم کي) بڌايو! اسين پڌي رهيا آهيون!! (پال کي) ممڪن آهي ته اوهان جي جا برائي سليم صاحب ظاهر ڪرڻ گهري ٿو، تنهن ۾ اوهان جو ڳڻ

ظاهر ٿئي.

ڊال - جهڙي طرح مون ڪوبہ اهڙو ڀلائيءَ جهڙو ڪم نہ ڪيو آهي، اهڙي طرح مون ڪان ڪا برائي بہ ڪانہ ٿي آهي - پر جا ڳالهہ اسان جو دوست سليم صاحب بيان ڪرڻ گهري ٿو سا منهنجي ڪان ٿي ذڪر ڪرڻ جي قابل نہ آهي - انهيءَ ڪانسواءِ مان نہ ٿو چاهيان تہ اڄوڪي محفل جي رات سهڻي جي ٿي ذڪر ۾ وڃائي وڃي.

هيلينا مسرت - چڱو! ڀلا اسان کي ٻڌڻ ڏيو!!

سليم - (سگريٽ دکائي يوسف مسرت جي پرسان وڃي ويهي ٿو) اوهان کي جلال پاشا جي پٽ جي شاديءَ جي باري ۾ تہ معلوم هوندو ۽ شايد هيءَ بہ خبر هوندي تہ گهوٽ جي پيءُ وٽ ڪلهہ رات عيش دار محفل هئي جنهن ۾ شهر جي شريف ۽ معزز ماڻهن کي دعوت هئي — (ڊال جي طرف اشارو ڪندي) هي صاحب بہ سڏيو ويو هو ۽ هنن سان گڏ اوهان جو هي خاڪسار بہ - مون کي سڏ ڏيڻ جو سبب هي هو تہ دنيا کي خبر آهي تہ مان سفر تورڙي قيام

۾ ڀاڇي وانگر ساٿس گڏ رهان ٿو ۽ ڀال صاحب ـــــ خدا ڪيس قيامت تائين زنده ۽ سلامت رکي! ـــــ جيستائين سڀ ساز ۽ وڄايان تيستائين ڳائيندو ٿي ته ـــــ خير اسين جلال پاشا وارن وٽ سڀ کان آخر ۾ پهتاسين ڇاڪاڻ ته اسان جو ڀال صاحب جڏهين به ڪٿي تشريف کڻي ويندا آهن تڏهين بادشاهن وانگر سڀ کان آخر ۾ تشريف کڻي ويندا آهن-

محفل ۾ شهر جي حاڪم ۽ پادري ۽ کان سواء ٻيا به تمام گهڻا ماڻهو هئا- جن ۾ حسين ۽ معزز خواتين، اديب، شاعر، رئيس ۽ ليڊر به شامل هئا- اسين ٻئي وڃي ويٺاسين- اسان جي چئني طرفن کان عود ۽ لوبان جون مهڪندڙ ۽ دکندڙ ڪونڊيون هيون يا شراب جون صراحيون ۽ پيالا، اهل- محفل ڀال کي اهڙي طرح ڏسي رهيا هئا ڄڻ ته آسمان کان ڪو فرشتو لهي آيو هجي ۽ عورتون کيس جام ۽ مٺائي جون ٿالهيون ۽ گلن جا گلدسته اهڙيطرح پيش ڪري رهيون هيون جهڙي طرح ڪنهن

سوري کي جنگ جي ميدان کان موٽڻ تي
اٿيئڙ جون عورتون پيش ڪنديون هيون!
مختصر ڳالهه ته سڄي محفل ۾ اسان جو
پال صاحب ئي تعظيم ۽ خاطر تواضع جو
مرڪز بڻيو رهيو ......

آخر مون پنهنجو عود ڇيڙيو، تئين
ضرب تي جناب پال صاحب پنهنجي مقدس
چپن کي جنبش ڏني ۽ هڪ شعر سريلي
آواز ۾ پڙهيو - عمر ابن الفارض جي قصيدي
جو صرف هڪ شعر:
مون کان سواءِ هر شخص پنهنجي محبوب
کي وساري سگهي ٿو
ها! مون کان سواءِ هر عاشق بي وفا آهي -
هي شعر پڙهي ڪري حاضرين جا ڳاٽ
بي اختيار مٿي کڄي ويا، جن ته کين پنهن
جا پاڪيزه ۽ طلسماتي نغمه يـاد ائـي لاءِ

ابراهيم موصلي ابديت جي پـردن مـان

۰۱ هڪ ساز جو قسم.
۰۲ خليفي هارون رشيد جي دربار جو هڪ
ناسور ۽ باڪمال گويو.

نڪري آيو هجي - پر پوءِ پال صاحب خاموش ٿي ويا - ماڻهن سمجهيو ته شايد شراب جو هڪ جام پئڻ کان پوءِ ڪجهه ٻڌائيندا پر پاڻ خاموش جو خاموش رهيا.

پال - (سنجيدگي جي انداز ۾) مون کي اميد آهي ته اوهان هن قصي کي اتيئي ختم ڪندا - چاڪاڻ ته مون ۾ هاڻ ان بي مزي ڳالهه ٻڌڻ جو تاب ناهي ۽ مون کي هي به يقين آهي ته اوهين هن بي معنيٰ بڪواس کي ٻڌي ڪري خوش ڪونه ٿيندا -

يوسف مسرت - پال صاحب اوهان کي پنهن جي سر جو قسم، باقي حصو به ٻڌڻ ڏيو!

پال - (پنهنجي جاءِ تان اٿندي) معلوم ٿو ٿئي ته اوهان هن بي مزي داستان کي منهن جي موجودگيءَ کان وڌيڪ ضروري سمجهو ٿا تنهنڪري ماٺ وڃان ٿو -

هيلينا مسرت - (پال کي معنيٰ خيز نگاهن سان ڏسندي) پال! ويهه ته سهي!! اسين هر حال ۾ اوهان سان آهيون.

(پال ويهي رهيو - هاڻي سندس منهن تي مهر ۽ اطمينان جا آثار آهن)

سليم - (سلسلہ بيان کي جاري رکندي) هــا! تہ
مون عرض ڪيو هو، حضرت قبلہ پـــال
صاحب جن هڪ شعر ٻڌايو ــــ عمر ابن
الفارض جي قصيدي جو صرف هڪ شعــر
۽ چپ ٿي ويا، پين لفظن ۾ چئي سگهجي
ٿو تہ سائينجن هنن ٻکايل مسڪينن ڪـــي
"طعام الوهيت" جي هڪ گرہ سان ذوق
آشنا ڪبو ۽ بوءِ دستر خوان کي لت هڻي
رڪابين ۽ گلاسن کي چور چور ڪــري
ڇڏيو ۽ تنهن کانپوءِ اهڙي طرح خامــوش
ٿي ويهي رهيا جهڙي طرح نيل درياهہ جي
ڪناري جي ڍبن ۾ ابوالهول! عورتون هڪ
ٻئي پٺيان وٽس آيون ۽ نرم ۽ مٺي انــداز
۾ وڏيڪ ٻڌائڻ لاءِ عرض ڪيو پر هــــن
سيني ڪان معافي گهرندي پٺي چــيــو تہ
ڙڪام جي ڪري منهنجي نڙيءَ ۾ ســور
آهي - شهر جي ڪن معزز ماڻهن بہ گذارش
ڪئي پر هن هڪ بہ نہ ٻڌي - ائين پئــي
معلوم ٿيو تہ الله سندس دل کي پٿر بڻائي
ڇڏيو آهي ۽ سندس نغمن کي ناز تخــروا!
اڌ رات کانپوءِ جڏهين اهل - محفل جــي

مايوسي بدمزگي جي حد تائين پهچي وئي تڏهين جلال پاشا کين سامهين ڪمري ۾ گهرايو ۽ اشرفين جي سٽ ڀري سندن ڪيسي ۾ وجهي ڪري چيو: "پال صاحب اسانجي محفل کي لطف ۽ خوشي يا بيڪيفي ۽ بدمزگي ۾ ختم ڪرڻ اوهان جي وس آهي، ان ڪري مون کي اميد آهي ته اوهان هن ناچيز نذر کي جو اُجورو نه آهي پر منهنجي طرفان اوهان جي خدمت ۾ "نذرِ عقيدت" آهي قبول فرمائيندا ۽ مون سان گڏ سيني محفل وارن جي اميدن تي پاڻي نه ڦيريندا."

هي ٻڌي پال صاحب جن غصي ۾ ڀرجي ويا، منهن ڳهڻ ۽ خودداري ڪان سرخ ٿي وين ۽ اشرفيون پر واريءَ ڪرسيءَ تي ڪٿي اڇلايائون ۽ فتح مند بادشاهن واري انداز ۾ فرمايائون: "جلال پاشا! اوهان منهن جي بي عزتي ٿي نه پر مون کي ذليل به ڪري رهيا آهيو. مان اوهان جي گهر تڇڻ ڳائڻ يا پنهنجي فن کي سون ۽ چانديءَ جي چند ٽڪرن تي وڪڻڻ نه پر اوهان کي اوهان

جي خوشيءَ جي مبارڪ ڏيڻ آيو هوس-“
پال جي انهن لفظن جلال پاشا کي آپي کان
ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ سندس منهن مان ڪي
اهڙا سخت جملا نڪري ويا جنهن ڪري
اسان جي نازڪ طبيعت پال کي اتان لعنت
ملامت ڪندي اُٿڻو پيو، مون غريب کي
به پنهنجو عود ڪڻڻو پيو ۽ خوبصـــورت
قداور حسينن، قيمتي شرابن ۽ وڻندڙ طعامن
کي ڇڏي هن هي پٺيان پٺيان هلڻو پيو -
مون سڀ ڪجهه هن سنگدل ۽ جفاڪار جي
دوستيءَ تي قربان ڪري ڇڏيو - هائـــو!
مون پنهنجون سڀ دلچسپيون هن ديوتـا
جي قربان گاه تي صدقي ڪري ڇڏيـون
پوءِ به هي منهن جو تشڪر ادا نه ٿو ڪري،
منهن جي جوانمرديءَ جو داد نه ٿو ڏئي،
منهن جي محبت ۽ منهن جي خلوص جـو
اعتراف نه ٿو ڪري -
**يوسف مسرت** - (ٽهڪ ڏيندي) سچ پچ هـــي
قصو اهڙو ته دلچسپ آهي جو جيڪر سونهري
اکرن ۾ لکيو وڃي!
**سليم** - اڃان مون پنهنجي ڳالهه ختم نه ڪئي ـــي

ڪٿي آهي! سچو مزو ته سندس ٻچاڙي ۾
آهي! اها شيطاني ٻچاڙي جنهن کي ايرانين
جي اهرمن ۽ هندن جي شو ديوتا خواب
۾ به ڏٺو هوندو.

**پال -** (مس هيلينا کي) مان فقط اوهان جي ڪري
چپ آهيان ۽ اميد ٿو ڪيان ته هاڻي هن
ٽرڙي جي ٽر ٽر کي اتيئي ختم ڪرائيندو.

**مس هيلينا -** ال! هن کي چوڻ ڏيو، ڳالهه جو
انجام ڪٿي ڪهڙو ٿي ٿو هجي پر اسين تن من
سان اوهان سان آهيون -

**سليم -** (پيو سگريٽ دکائي چوڻ شروع ڪريٿو)
مون چيو هو ته اسين ٻئي جلال پاشا جي
گهر مان اهڙيطرح نڪتاسين جو پال انهن
معزز ماڻهن کي گهٽ وڌ ڳالهائي رهيو هو
۽ مان دل ئي دل ۾ پال کي - تنهن ڪان
پوء ـــــ ۽ تنهن ڪانپوء چيا اوهين سمجهو
ٿا ته اسان پال جي جاء تي پهتاسين؟ چيـا
اوهان هي گمان ڪري رهيا آهيو ته گذشته
رات اهڙي طرح ختم ٿي وئي؟ نه! بلڪ ۽
تعجب ڪائو!! هيء ته اوهان کي خبر آهي
ته حبيب سعادت جو گهر جلال پاشا جي

گهر جي بلڪل ويجهو آهي ۽ انهن ٻنهي
گهرن جي وچ ۾ فقط هڪ ننڍڙو باغ آهي- ۽
هيءُ به اوهانکي خبر آهي ته حبيب سعادت شراب،
راڳ ۽ تصوراتي زندگيءَ جو شوقين آهي،
تنهن ڪري (پال جي طرف اشارو ڪندي)
هن صاحب جي فدائين مان آهي - جڏهين
اسين جلال پاشا وارن وٽان نڪتاسين تڏهين
پال صاحب وچ رستي ۾ ٿوري دير بيهي
رهيو ۽ ٻنهي جي پيشاني ڪٽي جهلي چيو ته
ڪو تمام وڏو سپه سالار ڪنهن سرڪش
ملڪ کي فتح ڪرڻ جي تدبير سوچي
رهيو هجي، اوچتوئي هي حبيب سعادت
جي گهر مڙيا ۽ دروازي وٽ پهچي زور
زور سان ڪڙو کڙڪائڻ لڳا - حبيب، رات
واري پوشاڪ ۾ اکيون مهٽيندو، اوٻاسيون
ڏيندو، بڙ بڙ ڪندو نمودار ٿيو پر جڏهين
هن پال جي صورت ڏٺي ۽ خبر پيس ته
سان به پنهن جو عود بغل ۾ دٻايون ساٿس
گڏ آهيان ته سندس منهن ٻهڪڻ لڳو ۽
اکيون چمڪڻ لڳس چيو ته آسمان جا
دروازا سندس اکيان کلي پيا هجن - آدرياءَ

ڪندي خوشيءَ جي انداز ۾ هـن پڇيو:
”اوهان صاحبن هن مبارڪ گهڙي ڪيئن
مهرباني ڪئي؟“
پال جواب ڏنو ”اسين انهيءَ لاءِ آيا
آهيون ته جلال پاشا جي پٽ جي شاديءَ
جي مـاسـي ۾ تو وٽ خوشي ملهايائون۔“
حبيب چيو: ”ڇا جلال پاشا جي گهر ۾
اوهان جي لاءِ گنجائش نه هئي جو غريب خاني
کي عزت بخشيو؟“
پال جواب ڏنو: ”پاشا جي گهر جي
ديوارين کي امي ڪن ڪونهن جي راڳ
۽ ساز جي جهنڪار پڌي سگهن، تنهن
ڪري اسين تو وٽ آيا آهيون۔ چڱو هاڻي
شراب ڪباب جو بندوبست ڪر، ڳالهيون ختم!“
ڳالهه مختصر، دور شروع ٿيو، پال مشڪل
سان هڪ يا ٻه جام پيتا هوندا جو اٿيو ۽
اهي دريون کولي ڇڏيائين جي پاشا جي
گهر جي ٻاهرين باغ جي طرف کانديون
هيون، تنهن کان پوءِ سونڊانهن عود وڌايائين
۽ حاڪماڻي انداز ۾ چيائين: ”موسي! هيءَ
وٽ پنهنجي لٺ ۽ ڪيس ازدها بڻائي زمين

بي ڇڏي ڏي ته مصر جي سيني نانگن کي
ڳهي وڃي - وٽ ۽ نهاوند جو سر ڇيڙ -“
پال، جلال پاشا جي گهر جي طرف منهن
ڪري بلند آواز ۾ ڳائڻ شروع ڪيو -
(سليم هڪ گهڙيءَ لاءِ چپ ٿي ويو ته،
منهن مان چرچي جا اهڃاڻ ختم ٿي ويا ۽
پوءِ سنجيدگيءَ سان آهستي آهستي چوڻ لڳو)
”مان پال کي پندرهن سالن کان سڃاڻان
ٿو - انهيءَ وقت کان سڃاڻانس، جڏهين
اسين ننڍڙا هئاسين ۽ هڪ ئي مدرسي ۾
پڙهندا هئاسين - مون کيس خوشيءَ جي
حالت ۾ به ڳائيندي ٻڌو آهي ۽ غم جي
حالت ۾ به - مون کيس ماتم ڪندڙ ماءُ
وانگر ماتم ڪندي به ٻڌو آهي ۽ عاشق
وانگر ڳائيندي ۽ فاتح وانگر نعرا هڻندي
به - مون کيس رات جي خاموشيءَ سان
ڳالهيون ڪندي به ٻڌو آهي، جڏهين
شهر ۽ شهرواسي مٺن خوابن جي آغوش ۾
آرامي هوندا هئا ۽ لبنان جي وادين ۽ دور
دراز عبادتگاهن جي گهنٽين جي درميان
به جڏهين فضا سحر ۽ جلال سان لبريز

هوندي هئي - هائو! مون کيس هزارين دفعا ڳائيندي ٻڌو آهي ۽ انهيءَ سبب ڪري مون کي غلط فهمي هئي ته مان سندس روح جي هر سڪون ۽ هر چر ٻر کي سمجهان ٿو - پر ڪلهه رات، جڏهين هن جلال پاشا جي گهر جي طرف منهن ڪري اکيون بند ڪيون ۽ هي شعر ڳايو:

”مان روزانو پنهنجي دل جي فريفتگي تي روئان ٿو

۽ جيتري قدر روئان ٿو، منهنجي دل جي فريفتگي وڌندي رهي ٿي.“

جڏهين پال غزل جي مصرن کي اهڙيطرح اٿلايو پٿلايو جهڙي طرح هوا خزان جي پن کي اٿلائيندي پٿلائيندي آهي ته مون پنهنجي دل ۾ چيو: ”نه! اڄ تائين مان پال جي روح جي ظاهري بناوت کان واقف هوس پر هن وقت سندس حقيقي وجود پسي رهيو آهيان - هن کان اڳ مان پال جي زبان کي ڳائيندي ٻڌندو هوس پر اڄ مان سندس روح کي ٻڌي رهيو آهيان پال غزل پنهنجي غزل ۽ راڳ پنهنجي راڳ

ڳائيندو رهيو ايتري حد تائين جو موتکي سڄي فضا عاشقن جي ڦڙڪندڙ ۽ رڙندڙ روحن سان گونجندي محسوس ٿيڻ لڳي، جي گذريل ڏينهن جا واقعات وري وري بيان ڪري رهيا هئا ۽ انهن رازن کي بينقاب ڪري رهيا هئا جي راتين انسان جي ڪوڙين اميدن ۽ وهمن ۾ لڪائي رکيا آهن - هائو! منهن جي محترم پال!! ( پال جي طرف اشارو ڪندي ) هي شخص ڪله رات، فن جي ڏاڪڻ رکي ڪري ستارن جي دنيا ۾ پهچي ويو ۽ عجب جهڙي ڳالهه آهي جو صبح تائين اتان نه لٿو - ان وقت تائين خاموش نه ٿيو جيستائين زبور جي لفظن ۾ "پنهن جي دشمنن کي پيرن هيٺان لتاڙي نه ڇڏيائين" جلال پاشا جي مهمانن جڏهين پال کي حبيب سعادت جي گهر ۾ ڳائيندي ٻڌو تڏهين گهڻا مرد ۽ عورتون دريءَ ۾ اچي بيٺا. پال جڏهين نه کو تان تي هنيون يا دم تي ڪنيائين نه ٻڌندڙن جي منهن مان بي اختيار آهه نڪري تي وئي - ڪجهه ماڻهو نشي ۾

چور ٻاهرين باغ ۾ نڪري آيا ۽ وڻن جي
هيٺان ويهي هن ٿن جي ديوتا جي ڪمالات
تي حيرت جو اظهار ڪرڻ لڳا جو ساڳئي
وقت ڪين بي عزتو ۽ ذليل ڪري رهيو
هو ۽ سندس دلين کي آسماني شراب سان
سرشار ڪري! اتهن مان ڪي ماڻهو پال ڪسي
پسنديدگي ۽ احترام جي لفظن سان ياد ڪري
رهيا هئا ۽ ڪي ڪيس يرو پيلو چئي رهيا هئا
اڄ صبح هڪ مهمان ڪان مونکي معلوم ٿيو ته
جلال پاشا شير وانگر گجندو ڪڏهين هن
ڪمري مان هن ڪمري ۾ پئي ويو ۽
ڪڏهين هن ڪمري مان هن ڪمري ۾
پئي آيو - هو پال کي گاريون ڏئي رهيو
هو ۽ خصوصا انهن مهمانن تي جي هڪ
هٿ ۾ شراب جو جام ۽ ٻئي هٿ ۾ مٺائي
جي ٿالهي کڻي ٻاهرين باغ ۾ نڪري آيا
هئا، تمام سخت ڪاوڙجي رهيو هو - هي
آهي واقعو جو ڪلهه رات ٿيو، هاڻي فرمايو!
هن ٻاڪپل فنڪار ۽ سندس عجيب و غريب
عادتن جي متعلق اوهان صاحبن جي ڪهڙي
راء آهي؟

**خليل-** هي شمو واقعي عجيب آهي پر متهن جي راءِ ٻي آهي، جنهن جو اظهار، مان هن تمام احترام جي بلوجود ڪرڻ تي مجبور آهيان، جو پال صاحب جي خداداد قابليتن جي متعلق منهن جي دل ۾ آهي، ته هنن ڪنهن غلطي ڪئي، جهڙي طرح هنن حبيب سعادت جي گهر ڪيئو اهڙي طرح جلال بيقا جي جاءِ تي به ڪيئي سگهيا ٿي - (يوسف مسرت کي مخاطب ٿي ڪري) فرمايو، يوسف صاحب! اوهان جو ڪهڙو خيال آهي؟

**يوسف مسرت-** مان پال صاحب کي قصوروار نه ٿو سمجهان - جيئن نه مان سندس دل جي ڳالهه معلوم ڪرڻ نه ٿو گهران، مان سمجهان ٿو نه هي شخصي مسئلو آهي جو فقط سندن ذات سان تعلق رکيئو پيو ته مون کي هيءَ به خبر آهي ته فنڪار خصوصا موسيقارن جو اخلاق، انساني جماعت جي عام اخلاق کان مختلف هوندو آهي، تنهن ڪري اهو انصاف ۽ صداقت کان بعيد ٿيندو جيڪڏهن اسين سندن اعمال کي به

ان ڪسوٽي تي پرکيون جنهن ڪسوٽي
تي عام انسانن جا اعمال پرکيا ويندا آهن.
فنڪار ـــــ ۽ فنڪار مان منهنجو مطلب
اهو تخليق ڪندڙ آهي، جو پنهن جي
جذبات ۽ خيالات لاءِ نيون نيون صورتون
تراشيندو آهي ـــــ پنهن جي عزيزن ۽
دوستن ۾ رهندي به اڪيلو هوندو آهي،
هو نه فقط پنهن جي وطن ۾ پر هن دنيا ۾
به هڪ پرديسي آهي، هو پنهنجو منهن
مشرق طرف ڪندو آهي جڏهين زماني جو
رخ مغرب طرف هوندو آهي - هو پنهنجن
انهن اندرين آمنگن کان متاثر هوندو آهي.
جن جي چند ڇاڻ هو پاڻ به نه ڪري
سگهي - هو مسرور ۽ خوش ماڻهن ۾ رنجيده
۽ مغموم، ماڻهن ۾ مسرور ۽ خوش هوندو
آهي - هو طاقتورن ۾ ڪمزور ۽ ڪمزورن
۾ طاقتور آهي - فنڪار هر پابندي کان
آجو آهي پوءِ ڪٿي دنيا کانئس خوش هجي
يا ناراض -

خليل - يوسف صاحب! اوهان جي هن گفتگو جو
مفهوم اهوئي آهي جو اوهان ”فنون لطيفه“

واري مضمون ۾ ظاهر ڪيو آهي - مونکي
معاف فرمائيندا جيڪڏهين مان پنهنجا لفظ
وري چوان ته مغربي روح ـــ اهو فرنگي
روح جنهن جي تعليم اوهان ڏئي رهيا آهيو،
نسلي ۽ قومي اعتبار کان اسان جي زوال ۽
تباهي جو ڪارڻ ٿيندو -

**يوسف مسرت** - ته ڇا اوهان هي سمجهي رهيا آهيو
ته ڪلهه رات پال صاحب جن جو ڪجهه
ڪيو اهو هن فرنگي روح جو عڪس آهي
جنهن کان اسين نفرت ڪيون ٿا -

**خليل** - پال صاحب جي شخصيت جو احترام ڪندي،
عرض ڪرڻو پوي ٿو ته جو ڪجهه هن
ڪيو، مون کي ان تي سخت حيرت آهي -

**يوسف مسرت** - اوهان جي خيال ۾ پال صاحب
کي هن ڳالهه جي بلڪل آزادي حاصل
ڪانهي ته هو جتي چاهين ۽ جڏهين چاهين
پنهنجي فن جو مظاهرو ڪن؟

**خليل** - نه!! هن کي پوري آزادي حاصل آهي ته
جو چاهين سو ڪن؟ پر مان ڏسان ٿو ته
اسان جي اجتماعي زندگي هن قسم جي
آزادي ۽ جو ساٿ نه ڏئي سگهندي - انهي ۽

لاءِ جو اسان جون خواهشون، عادتون ۽
اسان جا رسم ۽ رواج ڪنهن هڪ فرد کي
انهيءَ جي اجازت نه ٿا ڏين جو ڪاهه رات
پال صاحب جن ڪيو، خاص طرح اهڙيءَ
حالت ۾ جڏهين سندن ڪو نقصان به نه
هو.

**مس هيلينا.** هي بحث مفيد به آهي ۽ دلچسپ به،
پر جڏهين سندس باني اسان ۾ موجود آهي
ته ڇو نه ڪيس موقعو ڏنو وڃي ته آهي پنهن
جي وڪالت پاڻ ڪن.

**پال.** (طويل خاموشي کان پوءِ) مون ڏٺو ٿي
ته سايم صاحب هن قصي کي ته چيڙين پاڪ
منهن جي نه مرضي هئي نه جو ڪجهه ڪاهه
رات ٿيو سو ڪله رات ساڻ ئي ختم ٿي
وڃي پر ڏسان ٿو ته منهنجي خاموشي بين
جي لاءِ غلط فهمي جو باعث ٿي رهي آهي
تنهن ڪري هن موضوع تي مجبوراً پنهنجي
خيالن جو اظهار ڪرڻو ٿي پوي ٿو. هي
مون کي به خبر آهي ۽ اوهين به ڄاڻو ٿا
ته منهن جا واقف ڪار اڪثر مونتي اعتراض
ڪن ٿا. ڪو مونکي مغرور سمجهي ٿو،

کو مڪمل ڪوڙو ۽ ڪو فتويٰ صادر ڪريٿو ته مان ڪمينو آهيان ۽ ڪميني لاءِ عزت ڪانهي - اوهان کي خبر آهي ته هن جو ڪهڙو سبب آهي؟ هن جو سبب خود منهن جي فطرت آهي - هائي منهن جي اها فطرت، جنهن کي جيڪڏهن مان بدلي گهران به ته بدلجي نه سگهان - پر ماڻهن کي مون سان ۽ منهن جي فطرت سان ڪهڙو غرض! ڇا هو منهن جي وجود کي فراموش نه ٿا ڪري سگهن؟ شهر ۾ گهڻائي ميراثي ۽ قوال آهن، گهڻئي شاعر ۽ قصيده نگار آهن، گهڻائي نگا ۽ بکيا آهن، جي پنهن جي خيالن، پنهن جن جذبن ۽ پنهنجن آوازن کي وڪرو ڪن ٿا ته فقط ايترو پر چند سڪن، ٽڪرن يا شراب جي هڪ جام جي بدلي پنهنجو روح به وڪيو ڇڏين ٿا، ۽ هن راز کي شهر جي رئيسن ۽ سرمائيدارن معلوم ڪيو آهي تنهن ڪري امير ڏسون ٿا ته آهي اديبن ۽ فنڪارن کي معمولي قيمت تي خريد ڪن ٿا ۽ پنهنجي محفلن ۽ ايوانن ۾ ڪين اهڙي طرح وڏماڻپائي جو

نمونو بڻائي پيش ڪن ٿا جهڙي طرح
ميدانن ۽ بازارين ۾ پلان گهوڙن ۽ قيمتي
گاڏين کي ـــــ هائو! شاعر ۽ گويا،
مشرق ۾ ملنگن کان به ڪريل آهن - هو
غلامن وانگر آهن جن جا فرض آهن ته هو
شادين ۾ ڳائن، محفلن ۾ نچن، غم جي
مجلسن ۾ ماتم ڪن ۽ قبرن تي مرثيه پڙهن
هو بي جان اوزار آهن جن کي غم جي
ڏينهن ۽ خوشيءَ جي راتين ۾ گردش ڏني
ويندي آهي ۽ جيڪڏهن هو غم ۽ خوشي
جي اظهار جو وسيلو نه بڻجن ته کين اهڙي
طرح هڪ ڪنڊ ۾ ڦٽو ڪيو ويندو آهي.
ڇو ته آهي اهو تجارت جو سامان آهي
جنهن جي ڪابه قيمت ڪانهي مان هن
سلسلي ۾ رئيسن ۽ سرمائيدارن کي ڏوهي
نه ٿو سمجهان پر انهن اديبن، شاعرن ۽
گوين کي قصوروار سمجهان ٿو جن کي
ضمير ناهي ۽ پنهنجي خوديءَ جي عزت نه
اٿن - مان کين انهيءَ ڪري الزام ٿو ڏيان
ته هو پاڻکي ڪريل ۽ ڪميڻ ماڻهن کان
بلند نه ٿا ڪري سگهن - هائو! کين انهيءَ

لاءِ لعنت ۽ ملامت جو حقدار سمجهان ٿو
ته اهي ذلت ۽ حقارت تي موت کي ترجيح
نه ٿا ڏين!!

**خليل** - (جوش ۾ اچي) ڪلهه رات ماڻهو اوهان
کي خوشامد آميز التجائون ڪري رهيا هئا.
هر ممڪن طريقي سان چاهي رهيا هئا ته
اوهان هڪ راڳ يا هڪ گيت ڳائي کين
فخر ۽ مسرت بخشيو، پوءِ به اوهين اهو
سمجهي رهيا آهيو ته جلال پاشا وٽ اوهان
جو ڳائڻ اوهان جي ذلت ۽ حقارت جو
سبب هو!

**پال** - جيڪڏهين مان جلال پاشا وٽ ڳائي سگهان
هان ته ضرور ڳايان هان پر جڏهين مون
پنهن جي چوڌاري نظر ڪئي ته انهن رئيسن
کي ڏٺم جي اشرفين جي ڇڻ ڇڻ کان
سواءِ ٻيو ڪوبه آواز ٻڌي نه ٿي سگهيا،
يا انهن وڏن ماڻهن کي، جي زندگيءَ جي
باري ۾ فقط ايتروئي ڄاڻن ٿا ته ٻاڻ کي
دولت ۽ عزت جي بلندين تائين پهچائين
۽ ٻين کي ذلت ۽ مفلسي جي اونهين غارن ۾
ڌڪي ڇڏين - مون چئني طرفن تلاش

ڪٽي، پر ڪوبہ اھڙو شخص مون کي نظر
نہ آيو جو ذري بہ خيال کي مٽائي سگھي.
اھوئي سبب ھو جو مون انھن اندن جي
سامھون پنھنجو سينو چاڪ ڪري نہ رکيو
۽ انھن ٻوڙن کي پنھنجي دل جا ڀيد ٻڌائي
نہ سگھيس - موسيقي روح جي زبان آھي -
اھو ھڪ لکل وھڪرو آھي جو ڳائيندڙ
۽ حاضرين مجلس جي روحن جي وچ موجود
ھوندو رھيو، تنھن ڪري جيڪڏھين ڪو
ٻڌي ۽ ٻڌي ڪري سمجھي نہ سگھي تہ
موسيقار جي اظھار ڪمال تي شرمندگي
ڇاڻجي وڃي ٿي ۽ سندس پنھنجي فن جي
تمائش جو شوق فنا ٿيو وڃي، جنھن جون
لطافتون سندس دل جي گھراين ۾ پوشيده
ھونديون آھن - موسيقي اُن ستار جي
مثال آھي جنھن جي تارن ۾ چڪ ۽ نغمہ
آگين لرزش جي صلاحيت ھجي، آھي تارون
جيڪڏھين ڍريون ٿي پيون تہ سندن
خاصيت فنا ٿي وڃي ٿي ۽ پوءِ سندن ۽
عام تارن ۾ ڪوبہ فرق نہ ٿو رھي ( اٿي
ٿو ۽ ٻہ چار قدم کڻي ڪري آھستي آھستي

ڇوي ٿو) منهنجي روح جون تارون ٻــ
جلال پاشا وارن وٽ ڏ ريون ٿي وڃون، جڏهين
مون کي پتو پيو ته محفل جو هر فرد ـــ
پوءِ ڪٿي اهو مرد هو يا عورت ـــ ظاهردار
۽ بناوٽي آهي، رسم و رواج جو غـلام ۽
حماقت ۽ جهالت جو پتلو آهي، ذهنـــي
اعتبار کان خالي ۽ خوش مذاقي جي لحاظ
کان تسورو ڇٽ آهي ـــ رهيون سـندن
التجائون ۽ خوشامنديون، سو اهي به ان
ڳالهه جون طلبگار هيون ته مان خامــوش
رهان، پر جيڪڏهين مان به گهٽ پــت
ڏيڏر صفت ڳائيندڙن مان هجان هـان ته
مونکي ڪوءِ الزام نه ڏئي ها!

**خليل** - (چرچي طور ڳالهه ڪاٽيندي) تنهن کان
پوءِ اوهان حبيب سعادت جي گهر ويا ۽
کين ستائڻ لاءِ ـــــ صرف ستائڻ ۽ ذليل
ڪرڻ لاءِ ـــــ صبح تائين وڄي ڳائينـدا
رهيا!

**ٻال** - مان صبح تائين ان لاءِ ڳائيندو رهيــس ته
پنهنجي دل جو اوڄر ٻاهر ڪيان - پنهنجي
سر تان هڪ وڏو بار لاهي ڦٽو ڪــرڻ

کھريم ٿي، رات سان گڏ زندگي ۽ زماني
تي ملامت ڪرڻ چاهيم ٿي - مان فقط ان
لاءِ ڪِٽائيندو رهيس چاڪاڻ ته مونکي انهن
تارن جي ڪسڻ جي سخت ضرورت محسوس
ٿي رهي هئي جي جلال پاشـــا وارن وٽ
ڏريون ٿي پيون هيون - ليڪن خليـــل
صاحب! پوءِ به جيڪڏهين اوهيـن اهـــو
سمجهو ٿا ته مون کين ستائـڻ ۽ ذليـــل
ڪرڻ چاهيو هو ته اوهان کي اختيار آهي
جو چاهيو سمجهو ـــ فن هڪ آزاد پکي
آهي، جڏهين وٽيس ٿو فضا ۾ پرواز ڪري
ٿو ۽ جڏهين وٽيس ٿو زمين تي لهيو اچي-
دنيا جي ڪابه طاقت نه کيس قيد ڪـري
سگهي ٿي نه سندس فطرت کي بدلي سگهي
ٿي - فن هڪ بزرگ روح آهي جو خريد
و فروخت کان بالا تر آهي - اهل - مشرق
کي گهرجي ته هن حقيقت کي سمجهن ۽
اسان جي فنڪارن جو ـــ جي پارس کـان
به زياده ناياب آهن - فرض آهي ته هـــو
پنهنجي نفس جو احترام ڪن چاڪـاڻ ته
هو هڪ ظرف آهي جنهنکي الله آسمانـــي

شراب سان پري ٿو.

**يوسف مسرت.** پال صاحب! مان اوهان سان بلڪل متفق آهيان، اوهان هن موضوع تي پنهنجي خيالات جو اظهار اهڙي ته خوبي سان ڪيو آهي جو منهنجي امڪان کان ٻاهر هو. اوهان فنڪار آهيو ۽ مان صرف فن پارکو. مون ۾ ۽ اوهان ۾ اهوئي فرق آهي، جو ڪٿن انگورن ۽ پراڻي شراب ۾ هوندو آهي!

**ساٻيم.** پال صاحب جي گفتگو ۾ اهڙوئي تاثير آهي جهڙو سندن ڳالهائڻ ۾ تنهن ڪري ٻڌندڙن لاءِ تسليم ۽ قبول ڪانسواءِ ٻيو چارو ناهي!

**خليل.** مون نه تسليم ڪيو آهي ۽ نه ڪڏهن تسليم ڪندس. اوهان صاحبن جو هي فلسفو به انهن بيمارين مان هڪ بيماري آهي جا يورپ جي اثر ڪري اسان ۾ گهر ڪري وئي آهي.

**يوسف مسرت.** خليل صاحب! جيڪڏهن اوهين پال صاحب کي ڳائيندي ٻڌو ته سچو فلسفو وسري وڃيوَ ۽ سندن سامهون سر تسليم

جهڪائڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه نه سجهيو.
(نوڪرياڻي ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿي
۽ هيلينا مسرت کي چوي ٿي ته ڪاڌو
ميز تي رکيو ويو آهي.)
يوسف مسرت. (اٿي ڪري سيني کي چوڻ)
اچو سائين! تشريف آڻيو. اڄ اسان اوهان
لاءِ لذيذ ـــــ نهايت لذيذ ـــــ ڪاڌو
تيار ڪرايو آهي، جو ممڪن آهي ته پنهنجي
خوشبوءِ ۽ ذائقي جي لحاظ کان پال صاحب
جي طبيعت مطابق هجي.
(سڀ اٿن ٿا. يوسف مسرت. خليل ۽
سليم ٻاهر هليا وڃن ٿا پر پال ۽ مس هيلينا
وچ ڪمري ۾ ويٺا رهن ٿا هو هڪ ٻئي
کي نهايت غور سان ڏسن ٿا ۽ سندن
اکين ۾ هڪ ناقابل بيان روشني آهي)
هيلينا. (آهستي) ڇا توکي خبر آهي ته مان
ڪلهه رات تنهنجو ڳالهه ٻڌي رهي هئس؟
پال. (حيرت ۾) هيلينا! منهنجي دل جي ملڪه!!
هي تون ڇا چئي رهي آهين؟
هيلينا. (شرم ۽ خوف جي انداز ۾) ڪلهه رات
مان پنهنجي پيءُ مريم وٽ سمهڻ وئي هئس

چاڪاڻ ته سندس مڙس ٻاهر ويل هو ۽
ڪيس اڪيلي ۾ ڊپ پئي ٿيو .

**ڊمل** - ته هن جي پيٽيوي جو گهر ڇا اتي ڪٿي آهي؟

**هيلينا** - هنن جي ۽ حبيب سعادت جي گهر جي
وچ ۾ فقط هڪ ننڍي گهٽي آهي .

**ڊال** - ۽ ڇا تون مون کي گهرائيندي به ڀڏو؟

**هيلينا** - مان تنهن جي روح جي ڀڪار اڄ رات
ڪان صبح تائين ڀڏندي رهيس . مون تنهن
جو گانو انهيءَ حد تائين ڀڏو گويا خدا
کي گهالهائيندي ڀڏم .

( ساٿهون واري ڪمري ۾ يوسف مسرت
جو آواز ايندي ڀڏن ٿا )

# آواز

ڀال صاحب ! اچو !! ڪاڏو تڏو تي رهيو
آهي.

( ڀال ۽ هيلينا وڃن ٿا )

( پردو )



# ڪنوار جي سيج

کھوٽ ڪنوار عبادتگاه ڪان ٽڪتا، اڳيان اڳيان فانوس هئا ۽ پٺيان پٺيان خوش و خورم چاچي - چوڌاري نوجوان ڇوڪرا نغمه آلاپي رهيا هئا ۽ نوجوان ڇوڪريون خوشيءَ جا راڳ ڳائي رهيون هيون -

ڇچ کھوٽ جي گھر پهتي، جو نهايت قيمتي غاليچن ۽ زر برق ساز و سامان سان سينگاريل ۽ سرور ۾ آڻيندڙ خوشبوءِ سان معطر هو - کھوٽ

(۲) هي شمالي لبنان جو بلڪل سچو واقعو آهي جو اٺويهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ پيش آيو - سونکي سندس اصلاع ان علائقي جي هڪ معزز خاتون ڪان مليو جا خود به هن ڪهاڻي جو هڪ ڪردار آهي - (جبران)

ڪنوار ۽ڪ بلند تخت تي ويٺي وئــا ۽ مهمان رنشمي ڪوچن ۽ مخملي ڪرسين تي. سڄو وسيع ڪمرو ماڻهن سان پرجي ويو.

غلامن شراب جون صراحيون آنديـون، دؤر شروع تي ويو، جام ۽ مئٽر جي سريلـي آواز ۽ خوشيءَ ۽ سرور جي لهر سان سڄي فضا نغمه رار تي وئي.

ڳائڻ وڄائڻ وارا آيا ۽ پنهنجي جادو ڀريــل نغمن سان اهل محفل کي بي خود ڪرڻ لڳا. سندن سريلا آواز ۽ عود جا سر، محفل وارن جي تڏن ساهن ۽ طبلي جي ٺاپ سان هر سر تي ڪري سينن کي گرمائش بخشي رهيا هئا.

پوءِ دلڪش ڇوڪريون نچڻ لاءِ اٿيون. آواز جي لهرن سان گڏ سندن جسم به اهڙي طرح لچڪڻ لڳا جهڙي طرح صبح جي هير جي هلڪين هلڪين موجن ۾ نرم ۽ نازڪ شاخون. جڏهين هو نچيون ٿي ته سندن زريءَ سان ڀريل رقص واري پوشاڪ جي گهيري ۾ ڪجهه اهڙيون لهرون پئدا ٿـــي ٿيون جو ڄڻ ته چنڊ جا ڪرڻا سفيد بادلن ســان کيڏي رهيا هجن!

نگاهون مٿن کيل هيون ۽ سر سندن قدمن ۾

هو جي سندس جوانيءَ جا آئينيدار هئا ـ ٻئي طرف هڪ عورت نگاهن سان انهيءَ مرد تي نڪتچيني ڪري رهي هئي جو سواءِ سندس جي ٻين ميني عورتن ڪي محبت ڀريل نگاهن سان ڏسي رهيو هو هن ڪنڊ ۾ هڪ پڪي عمر خاتون مرڪندڙن نگاهن سان نوجوان ڇوڪرين جو انهيءَ نيت سان جائزو وٺي رهي هئي ته پنهنجي مربي پٽ لاءِ ڪا سٺي ڪنوار چونڊي ـ هوڏي دريءَ وٽ هڪ شادي شده عورت ويٺي هئي، جنهن جي مڙس بيهوشيءَ ۽ بي خبريءَ ۾ ڪيس پنهنجي يار سان ڪجهه دير گڏ وهڻ جي مهلت ڏني هئي ـ قصو مختصر ته محفل جي محفل شراب ۽ غزل جي سمنڊ ۾ غرق هئي ـ عيشي جيئڙن پنهنجو پاڻ مئه ۽ مستي جي موجن جي حوالي ڪري ڇڏيو هو ۽ ماضيءَ جي غم ۽ مستقبل جي فڪر کان بيپرواه، حال جي بدمستين ۾ گم هئا ـ

هي سڀ ڪجهه ٿي رهيو هو ۽ حسين ڪنوار هن عيش ۽ عشرت جي محفل کي پنهن جي غمگين نگاهن سان ائين ڏسي رهي هئي جيئن هڪ مايوس قيدي، قيد خاني جي تاريڪ ديوارين کي ڏسندو آهي ـ سندس نگاهون ڳري گهري انهيءَ ڪنڊ

ڏانهن وڃي رهيون هيون جتي هڪ ويهن سالن جو نوجوان، هن تمام خوشيءَ جي گوڙ گمسان کان بي نياز، ان گهايل پکيءَ وانگر، جو پنهنجي ولر کان وڇڙي ويو هجي، اڪيلو ويٺو هو — پنهنجي ٻانهن سان سينو ڍڪيون جڻ ته ”قلب - گريزان“ کي قبضي ۾ آڻڻ گهريائين ٿي - ۽ ڪمري جي فضا ۾ ڪنهن غير محسوس شيءِ تي نگاهون کوڙي، جڻ ته سندس روح، جسم کان جدا ٿي ڪري خلا ۾ تاريڪين جي پاڇن پٺيان پٺيان ڊڪي ڊوڙي رهيو هجي - !

رات ٿيڻ ۽ مجلس هڪ شور و غل جو منظر بڻجي وئي - دماغن تي اثر ته خمار چڙهجي ويو جو زبانون بيءَ پيون لڳيون — گهوٽ — اهو اڌ پڄڻ عمر جو بدخصلت انسان، نشي ۾ مست، پنهنجي جڳهه تان اٿيو ۽ مهمان نوازي طور سڀني ۾ چڪر هڻڻ لڳو.

ان وقت موقع ڏسي ڪنوار هڪ ڇوڪريءَ کي اشاري سان سڏيو. هوءَ آئي ۽ سندس پير ۾ اچي ويٺي - ڪنوار بيقراريءَ سان شڪي نگاهن سان چئني طرفن ڏٺو جڻ ته ڪو خاص راز کين ٻڌائڻ گهرندو ٿي - هوءَ ڇوڪري سان اچانڪ

وڃڻ تي ويٺي ۽ ڏڪندڙ ۽ ڪنبندڙ آواز ۾
آهستي آهستي ڪيس چوڻ لڳي:

”مان توکي ان ساعت جو قسم ٿي
ڏيان، پياري ساهيڙي! جنهن تنهنجي ۾
ٿي اسان ٻنهي ۾ هڪ دل پيدا ڪري
ڇڏي آهي، ان شيء جو قسم ٿي
ڏيان جا دنيا ۾ توکي سڀ کان
پياري آهي - انهن پيدن جو قسم اٿئي
جي تنهن جي سيني ۾ لڪل آهن - ان
محبت جو قسم ٿي ڏيان جنهن اسان
ٻنهي جي روحن کي ڇهي ڪين هڪ
شعاع پٺاڻي ڇڏيو آهي - تنهن جي دل
جي راحت ۽ پنهن جي درد جو قسم
ٿي ڏيان ته تون هاڻ سليم وٽ وڃ ۽
ڪيس چؤ ته هو ماڻهن جي نظرن کان
بچي ڪري باغ ۾ هليو وڃي ۽ اتي
ٻيد جي وڻن ۾ منهن جو انتظار ڪري!
سوسن! تون وٽس ٿيلانئي اتري تائين
جو هو اقرار ڪري، ڪيس گذريل
ڏينهن جي ياد ڏيارج، محبت جو
واسطو ڏجانئس ۽ چئجانئس ته هو ۽

بد نصيب معذور آهي - چئجانءِ: هوءَ
قسمت جي ستايل مرڻ گهڙيءَ ني آهي
۽ ان کان اڳ جو تاريڪي کيس
پنهنجي چادر ۾ ويڙهي ڇڏي، چاهي
ٿي تہ تنهن جي سامهون پنهن جو سينو
چاڪ ڪري رکي- چئجانءِ: هوءَ غم جي
ماريل موت جي چنبي ۾ آهي ۽ ان
کان اڳ جو دوزخ جا ڀڙڪائيندڙ شعلا
کيس پنهنجي جهوليءَ ۾ سهيڙين، چاهي
ٿي تہ تنهنجي اکين جي نور سان پنهن
جي دل کي ٿڌو ڪري - چئجانءِ:
هوءَ خطاوار آهي ۽ گهري ٿي تہ تنهن
جي سامهون پنهن جي گناهن جو اقرار
ڪري تو کان معافي گهري - وڃ سوسن!
جلدي وڃ، منهن جي خاطر سليم کي
کي عرض ڪر!! هنن خنزيرن جي
پهري کان نہ ڊڄ!!! شراب سندن ڪنن
تي بہ پڙدا وجهي ڇڏيا آهن ۽ سندن
اکين تي بہ —"
سوسن، ڪنوار جي پير مان اٿي ڪري
غمگين ۽ اڪيلي سليم وٽ وڃي ويٺي ۽ سس پس

ڪري سندس محبوبه جو نياپو ڪيس ٻڌائڻ لڳي.
سوسن جي منهن مان ان وقت محبت ۽ خلوص
جا آثار ظاهر هئا پر سليم ڪنڌ جهڪايون خاموشيءَ
سان سندس ڳالهيون ٻڌي رهيو هو. جڏهين هوءَ
سڀ ڪجهه چئي چڪي تڏهين سليم سندس طرف
ڏٺو، ان اجايل وانگر جو آسمان سان ڳالهيون
ڪندڙ گنبذ تي پاڻيءَ سان پريل ڪٽورو ته ڏسي پر
پهچ ڪان باهر هئڻ جي ڪري ڏک کان دل کي
سروڙي چپ ڪري وڃي. گهٽيل آواز ۾، جو
چڻ ته زمين جي تهه مان ايندي معلوم ٿي رهيو
هو، هن جواب ڏنو:
”چڱو! مان باغ ۾ وڃان ٿو ۽ بيد جي وڻن
۾ سندس انتظار ڪندس.“
هيئن چئي هو پنهنجي جاءِ تان اٿيو ۽ باغ
ڏانهن هليو ويو.
ٿوري دير ڪان پوءِ ڪنوار به اٿي ۽ سليم
جي پٺيان پٺيان، نشي ۾ ٻڏل مردن ۽ حسن ۾
مگهن عورتن جي وچان پين تي نڪري وئي.
باغ ۾ پهچي ڪري، جتي رات پنهنجي اونداهي
چادر وڇائي ڇڏي هئي، هن پنهنجون وڪون
ٽڪريون ڪٽڻ شروع ڪيون ۽ هر هر پٺتي سڙي

ڏسڻ لڳي، انهيءَ بيقرار هرڻ مثل جو ڪنهن حملي ڪندڙ جانور کان ڊڄي ڪري پنهنجي آستاني طرف تيزيءَ سان ڊڪي رهيو هجي، هوءَ بيد جي وڻن طرف وڃي رهي هئي جتي سليم سندس انتظار ۾ هو - پاڻ کي پنهنجي يار جي پاسي ۾ پسي ڪري هوءَ ساڻس چنبڙي وئي ۽ پنهنجون ٻانهون ڪئي سندس ڪڇيءَ ۾ وڌائين ۽ چوڻ شروع ڪيائين پر اهڙيءَ طرح جو جيتري تيزيءَ سان لفظ منهن مان نڪري رهيا هئا ايتري ئي سان لڙڪ سندس اکين مان وهي رهيا هئا-

”ٻڌ منهنجا پيارا، غور سان ٻڌ! مان پنهنجي ناداني ۽ تڪڙ تي شرمندي آهيان، ايتري ته شرمندي آهيان جو شرمساريءَ منهنجي دل پيچي وڌي آهي- سليم، مان توکي، هائو! صرف توکي ئي پيار ڪيان ٿي ۽ سڄي عمر توکي ئي پيار ڪندي رهندس- ماٺهن سون کي پڙڪايو هو ته تو موکي وساري ڇڏيو آهي- موکي ڇڏي ڪنهن ٻيءَ سان محبت ڪرڻ لڳو آهين- سليم! ماٺهن موکي گهٽوئي ڪجهه چيو،

پنهن جي زبانن سان منهنجي دل ۾ زهر
پيدا ڪيو، پنهنجي نهن سان منهنجي سيني
کي چاڪ ڪيائين. پنهنجي ڪوڙن سان
منهنجي روح تي وزني بار وڌو. هڪ
"شهزادي" مون کي چيو ته تون
مون کي نفرت جي نگاهه سان ڏسين ٿو
۽ تنهنڪري تو مونکي ڇڏي ڏنو
آهي ۽ ٻيءَ سان ناتو جوڙيو اٿئي. هن
مڪار مونتي مصيبتن جا ڏونگر ڪيرايا ۽
مونکي ڀرغلايو ته مان سندس هڪ
مائٽ سان شادي ڪيان ۽ مان ڏوکي
۾ اچي ڪري راضي ٿي ويس. پر سليم!
منهنجو مڙس تو کان سواءِ ٻيو ڪير
نه آهي ۽ هاڻي، هائو! هاڻي جڏهن منهن
جي اکين تان پردو لٿو آهي تڏهن مان
هن گهر مان نڪري ڪري تو وٽ
آئي آهيان ۽ اهو ارادو ڪري ته هاڻي
ڪڏهن به واپس نه وينديس. مان تو
وٽ انهيءَ لاءِ آئي آهيان ته توکي
پنهنجي آغوش ۾ جذب ڪري ڇڏيان.
دنيا ۾ ڪابه اهڙي طاقت نظر نه ٿي

اڄ جا مونکي پيهر آن مرد جي پاسي ۾ وڌهاري سگهي جنهن کي نفرت ۽ بيوسي جي حالت ۾ منهنجو مڙس بڻايو ويو آهي - سليرا ! مان ان گهوٽ کي ڇڏي آئي آهيان جنهن کي مڪر ۽ فريب منهنجي زندگي تي مڙهيو هو، انهيءَ پيءُ کي ڇڏي آئي آهيان جنهن کي تقدير منهنجو وارث بڻايو هو، انهن گلن کي ڇڏي آئي آهيان جن جو هار پادريءَ منهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو هو - انهيءَ قانون کي ڇڏي آئي آهيان جنهنکي رسم و رواج جي پابندين منهن جي پيرن جو زنجير بڻايو هو - ۽ هاڻو! مان انهن سڀني شين کي انهيءَ گهر ۾ ڇڏي آئي آهيان جو نشي ۽ ڪميٽپ جو آستانو لڳو پيو آهي - هت توسان گڏ ڪاڏي پري — تمام پري — هلڻ ڪي وڃان، دنيا جي پرڻ پر هلي وڃان - جتي ۽ پرين جي دنيا ۾ گم ٿي وڃان - اڄ سليم! رات جي اونداهي ۾ لڪي ڪري هن گهر مان ڀڄي هلون - اڄ!

سمنڊ جي ڪناري تي هلون ۽ ڪنهن
اهڙي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي وڃون جا
اسان کي ڪنهن نامعلوم ۽ ڏورانهين
ملڪ ۾ پهچائي ڇڏي - سليم! جلدي
ڪر!! فجر ٿيڻ کان اڳ اسان کي
دشمنن جي قبضي کان نڪري وڃڻ
گهرجي!!! ڏس، سليم ڏس!! هي سون
جا زيور، هي قيمتي هار ۽ منڊيون،
هي عمدا جواهر، اسان جي مستقبل جي
ضمانت آهن - ڪين وڪڻي ڪري اسين
اميرن وانگر شان و شوڪت سان
زندگي گذاريندا سين — ڇو! سليم تون
ڳالهائين ڇو نه ٿو؟ مون ڏي ڏسين
ڇو نه ٿو؟ مون کي ڇمين ڇو نه ٿو؟
ڇا تون منهنجي دل جي دانهن ۽ منهن
جي من جي پڪار ٻڌي رهيو آهين؟
ڇا توکي يقين نه ٿو اچي ته مان پنهن
جي ٻڙس ۽ پيءُ ماءُ کي ڇڏي ڪري،
شاديءَ واري جوڙي ۾ توسان ڀڄڻ
آئي آهيان؟ پيارا! سليم ڳالهاءِ!! اچ!
جلدي ڪر!! هي ڳڙون هيري جي

تڪرن ڪان به زياده قيمتي ۽ تاج شاهي
ڪان به وڌيڪ مهانگيون آهن!!"

ڪنوار ڳالهائي رهي هئي ۽ سندس آواز ۾ هڪ نغمو هو: زندگي جي سڀ ڪان زياده شيرين ۽ موت جي ڪوڙاڻ ڪان وڌيڪ ڪوڙو، پرن جي سرسر ڪان زياده لطيف ۽ موجن جي گوڙ ڪان زياده گهرو - اهڙو نغمو جو مايوسي ۽ اميد، لذت ۽ غم، راحت ۽ رنج ۽ انهن جذبات ۽ خواهشن جي وچ جنبش ۾ هو جي عورت جي سيني ۾ لڪل هوندا آهن-

پر نوجوان خاموش ويٺي پڙهي رهيو هو، سندس دل ۾ محبت ۽ ناموس جي جنگ تي رهي هئي - محبت جا مشڪلاتن کي آسان ۽ اونداهين کي روشن ڪندي آهي ۽ ناموس جو انسان کي خواهشن ۽ تمنائن ڪان باز رکندو آهي - محبت جا خدا جي طرفان دل تي نازل ٿئي ٿي ۽ ناموس جنهن کي انساني پيروي، دماغ جي هر رڳ ۽ ذري ذري ۾ داخل ڪري ڇڏي ٿي-

ڪجهه وقت ڪان پوءِ، جو ۽ پنهنجي خاموشي خوفناڪي ۾، ان تاريڪ عهد سان مليو ٿي، جنهن ۾ قومون عروج ۽ زوال جي وچ لوڏن ۾ هونديون

آهن، نوجوان پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪيون - شرافت محبت تي غالب پئجي چڪي هئي، هن منتظر ۽ دنل ڇوڪري جي طرف ڪن اکيون ڦيريون ۽ نرم آواز ۾ چيائين:-

”اڙي عورت! وڃ، پنهنجي مڙس جي
ڪچ آباد ڪر!! وڃ، چاڪاڻ ته خدا
جي مرضي اهائي هئي - خوابن جون
سڀ تصويرون بيداريءَ فنا ڪري
ڇڏيون آهن - جلد وڃ، ۽ خوشين جي
گود ۾ سکي ٿي! ڪٿي ائين نه ٿئي
جو بهربدار توکي ڏسي وٺن ۽ دنيا
چوي ته تو شاديءَ جي رات اهڙي
طرح پنهنجي مڙس جي امانت ۾ خيانت
ڪئي جهڙي طرح جدائي واري زماني
۾ پنهنجي محبوب سان دغا ڪئي
هئي -“

ڪنوار ڏکي وئي ۽ اهڙيطرح بي چين ٿي وئي جهڙي طرح مرجهايل گل هوا جي جهوٽي سان پريشان ٿي ويندو آهي - ڏکايل انداز ۾ هن چيو:

”جيستائين منهنجي جان ۾ ساهه جو

پويون پساهہ باقي آهي تيستائين مان هن گهر ۾ موٽي ڪانہ ويندس. مان هن گهر کي ـــ هن گهر جي هر شيءِ کي اهڙي طرح ڇڏي آئي آهيان جهڙي طرح جلاوطن قيدي ان جاءِ کي ڇڏيندو آهي جتي هن پنهنجي جلاوطنيءَ جا ڏينهن اڪيلائيءَ ۽ بيوسيءَ ۾ گهاريا هجن. سليم مون کي نہ تڙ، مون کي خيانتڪار نہ چوءِ! ڇاڪاڻ تہ محبت جو هٿ جنهن منهنجي ۽ تنهنجي روح کي هڪ ٻئي سان ملائي ڇڏيو آهي سو پادريءَ جي هٿ کان وڌيڪ طاقتمند آهي جنهن منهنجي جسم کي منهن جي مڙس جي مرضيءَ جي هٿ وٺي ڇڏيو آهي. اچ! مان پنهنجون ٻانهون تنهنجي ڪنڌ ۾ اهڙي طرح وجهان جو ڪابہ قوت ڪين ڇڏائي نہ سگهي. تو کي اهڙي طرح ڀاڪر پايان جو موت بہ اسان کي هڪ ٻئي کان جدا نہ ڪري سگهي ـ!"

نوجوان وڏيءَ مشڪل سان سندس

ٻانهون پنهنجي ڪنڌ مان ڇڏايون ۽ نفرت ۽ حقارت جي انداز ۾ چيائين:

”مون ڪان پري ٿي ـ مان توکي وساري چڪو آهيان ـ هائو، مون توکي وساري ڇڏيو آهي ۽ توکان نفرت ڪيان ٿو!! مائهن توسان ڪوڙ ڪونه ڳالهايو آهي مان ڪنهن ٻئي جي محبت ۾ گرفتار آهيان ـ ٻڌء! مان ڇا چئي رهيو آهيان؟ چئي رهيو آهيان تہ مان توکي وساري چڪو آهيان ـ ايتري حد تائين جو تنهنجي وجود کي بہ فراموش ڪري ڇڏيو اٿم ـ مان توکان نفرت ٿو ڪريان ايتري جو تنهنجي صورت کان بيزار آهيان ـ هل ـ پري ٿي! مون کي پنهنجو رستو وٺڻ ڏي!! وڃ! پنهن جي مڙس وٽ واپس وڃ! ۽ سندس با وفا زال ٿي گذار!!“

ڪنوار دردناڪ آواز ۾ چيو:

”نہ ـ نہ، مون کي تنهنجي ڳالهين تي يقين ناهي! تون مون سان محبت ڪرين ٿو ـ مون تنهنجي اکين ۾ محبت جي

معني ڏني آهي ۽ جڏهن تنهنجي جان
کي ڇهيو اٿم ته چئي محبت کي ڇهيو
هجيم - تون مون سان محبت ڪرين
ٿو! محبت ڪرين ٿو!! محبت ڪرين
ٿو!!! بلڪل اهڙي طرح جهڙي طرح
مان توسان ڪيان ٿي - هن گهر جو
ذڪر ڏي ڇا، مان هتان تنهنجي آغوش
کان سواءِ ڪاڏي نه ويندس - هيءَ
منهن جو پڪو ارادو آهي - مان آئس
ٿي ان لاءِ ته توسان گڏجي ڪنهن
نامعلوم سر زمين تي هلي وڃان تنهن
کري يا ته مون سان گڏ هل يا مون
کي پنهن جي هٿن سان قتل ڪر -"
نوجوان اڳي کان زياده بلند آواز ۾

چيو:
"مون کي ڇڏي ڏي نه ته مان وڃون
کري انهن سڀني مهمانن کي هت جمع
ڪندس جي تنهنجي شاديءَ جي خوشيءَ
۾ شرڪت لاءِ گهرايا ويا آهن ۽ ڪين
تنهنجي هن ذلت جو تماشو ڏيکاري
توکي سندن وات جو ٿوڪاربل ڪندس

۽ سنڌن زبانن جي هڪ شرمناڪ چوٽي
ٻڌائي ڇڏيندس. تہ فقط ايترو پر مان
هت ان عورت کي بہ سڏيندس جا
منهن جي دل جي راڻي آهي. هوءَ
توتي کلندي، پنهن جي فتح تي خوش
ٿيندي ۽ تنهن جي شڪست تي ٺٺول
ڪندي.“

هيئن چئي ۽ پانهن ڪان جهلي ڪيس ڌڪو ڏئي ڇڏيو.

ڪنوار جو روپ بدلجي ويو. اکين ۾ چمڪ پيدا ٿي ويس ۽ سندس سچي محبت، اميدون ۽ فريادون، ڪاوڙ ۽ سنگدلي ۾ بدلجي ويون. ان غضبناڪ شينهن وانگر جنهن جو ٻچو کسيو ويو هجي، يا سمنڊ وانگر جنهن ۾ واچوڙن طوفان پيدا ڪيو هجي، هن رڙ ڪئي:

”ڪير آهي جو مون ڪان پوءِ تنهنجي
محبت جو مزو ماڻي؟ منهن جي دل
ڪانسواءِ بي ڪهڙي دل آهي جا تنهن
جي حسين جو لطف ۽ مزو حاصل
ڪري؟

ائين چئي چوري چوريءَ هڪ تيز

ڏهار خنجر پنهنجي ڪپڙن مان ڪڍيائين ۽ وچ جهڙي تيزيءَ سان هن جي سيني ۾ هڻي ڪڍيائين هو ائين ڪري جيئن طوفان جي سٽڪي سان ٿاري پڃي ڪرندي آهي - ڪنوار سندس مٿان جهڪي، هٿ ۾ خنجر هئس جنهن مان رت جا ٽيپا ٽمي رهيا هئا - سليم موت جي پاڇي ۾ پنهنجون گهوريون اکيون کوليون، چپن ۾ چر پر ٿي ۽ ڪمزور ساه سان گڏ هي جملا سندس زبان مان ادا ٿيا:

”منهن جي پياري!! هاڻي منهنجي ويجهو آءُ!! منهن جي ليلي!! منهنجي قريب آءُ!! مون کي نه ڇڏ، زندگي موت کان زياده ڪمزور آهي ۽ موت، محبت کان زياده ڪمزور - پڌا! پڌ!! خوش دل برائين جا ٺهڪ پڌا!!! پڌ! ساغر جي جهنڪار پڌا!! پڌ، منهنجي پياري! منهن جي ليلي!! تو مون کي انهن ٺهڪن جي سنگدلي ۽ پيانو جي تلخي کان نجات ڏياري — منهن جون اکيون انهن هٿن کي چمن ٿيون جن منهن جون سڀ پابنديون ختم ڪري ڇڏيون - منهن جي چپن کي چم جن

ڪوڙ ڳالهايو ۽ دل جي ڳالهه لڪائي.
منهن جي ڪمزور اکين کي پنهن جي
آڳرين سان جي رت ۾ رنگيل آهن،
بند ڪر – ليلي! جڏهين منهن جو روح
فضا ۾ پرواز ڪري وڃي تڏهين هي
خنجر منهنجي پاسي ۾ رکي ڇڏجانء
۽ چئجانء ته هن حسد ۽ نا اميدي جي
ڪري خود ڪشي ڪئي آهي - منهن
جي ليلي! مان توسان محبت ڪندو
هوس، توکان سواء، منهن جو ڪو به
ڪو به نظر جو مرڪز نه هو – پر مون
پنهن جي دل، پنهنجي شرافت ۽ پنهن
جي زندگي جي قرباني کي انهيء کان
بهتر سمجهيو ته تنهن جي شاديء جي
رات توسان پڇي هلان – منهن جي دل
جي راڻي! ان کان اڳ جو ماڻهو
منهن جي لاش کي اچي ڏسن، مونکي
چم – مونکي پيار ڪر – مون کي چم.
منهن جي ليلي!!! »

سليم پنهن جو زخمي هٿ دل تي رکيو
ڪئي دفعو ۽ سندس روح اڏري ويو – ڪنوار

ڪنڌ ڪٽي گهر جي طرف ڏنو ۽ درد ڀريون دانهون ڪري چوڻ لڳي:

”اچو، انسانو! اچو- گهوٽ ڪنوار هٿ آهن- اچو ته مان توهان کي پنهنجي سيج ڏيکاريان- سهڻا! سجاڳ ٿيو!! مدهوش! هوش ۾ اچو!! محبت، موت ۽ زندگي جا راز ڏسڻ لاءِ جلد اچو!!“

ڪنوار جي دانهن ۽ ڪوڪن تي گهر جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ وچڻ لڳي- جڏهين هي آواز عيش ۽ خوشيءَ ۾ ٻڏل شرابين جي ڪنن ۾ پهتا ته سندن روح ڪنبي ويا- حيران پريشان ٿي ڪري هنن چئني طرفن ڏسڻ شروع ڪيو جڻ ته سندن ڪن ڪين ڏوکو ڏئي رهيا هئا- ٿوري دير کان پوءِ هو اٿيا ۽ دروازن کان نڪري هيڏانهن هوڏانهن گهوليندڙ نظرن سان ڏسڻ لڳا- جڏهين هنن ڪنوار کي مقتول جي لاش ويجهو ڏٺو تڏهين ڏپ مان پوئين پيرين پيڇڻ لڳا- منجهائن ڪنهن کي به جرئت نه ٿي ته اڳتي وڌي اصل قصي جي خبر لهي- ڪنوار جي هٿ ۾ تيز ڌار خنجر ۽ مقتول جي سيني مان رت جو ڦوهارو نڪرندي

ڏمي ڪري سندن زبانون بند ٿي ويون ۽ سندن
سام سڪي ويو -
ڪنوار ڏاڍهن ڏٺو - سندس چهري جو رنگ
ڏک جي ڏاڪڙي ڪلان روشن هو - هن ڪست سان
دانهن ڪئي:
”بزدلو! ويجهي اچو!! هن خنجر ڪلان نہ
ڊڄو - هي هڪ مقدس هٿيار آهي جو
توهان جي ناپاڪ جسمن ۽ تاريڪ سينن
۾ داخل نہ ٿي سگهندو - ڏسو! هن
خوبصورت نوجوان کي ڏسو!! جو
گهوٽ جو لباس پهريل آهي - هي
منهن جو محبوب آهي ۽ ڪيئن سون
قتل ٿي ان لاءِ ڪيو آهي جو هي
منهنجو محبوب آهي - هي منهن جو
گهوٽ آهي ۽ مان سندس ڪنوار -
اسان گهٽوٽي کولهيو، پر هن دنيا ۾
جنهن کي توهان ماڻهن پنهنجي رسمي
پابندين سان تنگ، پنهن جي جهالتن
سان تاريڪ ۽ پنهن جي حرص ۽ طمع
سان بيڪار بڻائي ڇڏيو آهي، اسانکي
ڪابہ امڙي سيج نہ لڌي جا اسان جي

پڙيم وندڻ جي قابل هجي - تنهن
ڪري اسان بهتر سمجهو ته ڪڪرن
کان پري — ٻئي جهان ۾ هليا وڃون-
بزدلو! ويجهي اچو!! تي سگهي ٿو ته
توهان ڏسي سگهو ٿا ته اسانجي چهرن
تي خدائي نور ڪيئڏي رهيو آهي ۽
اسان جي دلين مان الوهيت جا منا
آلاپ ايري رهيا آهن - ڪٿي آهي هوء
مڪريل؟ جنهن منهنجي يار جي باري
۾ مون کي ڪوڙيون ڳالهيون ٻڌايون-
مون کي چيائين "هو توکي وساري
مون سان محبت ڪرڻ لڳو آهي، هن
مونسان محبت ٿي انهيءَ لاءِ ڪئي آهي
ته جيئن توکي وساري ڇڏي" - ڇا
هن فتنه انگيز هي سمجهيو ته منهن جي
۽ سدس مائٽ جي متي تي پادريءَ
جي هٿ رکڻ سان ئي ڪيس مون تي
فتح حاصل ٿي؟ ڪٿي آهي؟ ڪٿي
آهي؟ هوءَ ڌوڪيباز شريفزادي! ڪٿي
آهي؟ جهنمي ناڳڻ! مان ڪيس دعوت
ٿي ڏيان ته اچي ۽ ڏسي هن توهانکي

منهن جي يار جي شادي جون خوشيون ملهائڻ لاءِ ڪنو ڪيو هو ۽ نه ان شخص جي خوشين لاءِ جنهن کي هن منهنجي لاءِ چونڊيو هو.

توهين منهنجي گفتگو نه سمجهي سگهندو. ڪتي پريشان آواز ۽ ڪتي فرشتن جا گيت. ليڪن توهين پنهن جي اولاد کي ان عورت جو قصو ٻڌائيندا جنهن شادي ۽ رات پنهن جي يار کي خون ڪيو. توهين منهن جي ڳالهه ڪندؤ ۽ پنهن جي گنهگار چپن سان مون تي لعنت وجهندؤ پر توهان جي اولاد مون کي مبارڪباد ڏيندي. ايندڙ زمانو يقينا سچائي ۽ روح جي حڪومت جو زمانو هوندو.

۽ اڙي بيوقوف انسان! پنهن جي ڪميٽپ، حيلن بهانن ۽ مال و دولت جي وسيلي مونکي پنهن جي زال بڻائيندڙ! تون ان بد قسمت گروه جو نمائيندو آهين جو اونداهي ۾ نور تلاش ٿو ڪري، جبل مان پاڻي ڪڍڻ گهري

تو ۽ رڻ پٽ ۾ ڳالهه ٽرڻ جو خواهشمند
آهي - تون ان ملڪ جو باشندو آهين،
جنهن پاڻ کي اهڙي طرح جهالت جي
حوالي ڪري ڇڏيو آهي جهڙي طرح
انڌو پنهنجو پاڻ انڌي رهنما جي حوالي
ڪندو آهي- تون ان ڪوڙي مردانگي جو
نمونو آهين جا هارن ۽ ڇوڙين جي لاءِ
گردن ۽ پاتهون ڪپي ڇڏيندي آهي-
وڃ! مون توکي معاف ڪيو ڇاڪاڻ
ته خوش روح ڪوچ ڪرڻ وقت دنيا
جي سيني ذلتن ۽ حماقتن کي معاف
ڪري ڇڏيندا آهن -*

ڪنوار خنجر مٿي کنيون ۽ ان اڃاپل
وانگر جو بيصبريءَ سان پاڻيءَ جو پڙيل وٺو پنهن
جي چپن سان لائيندو آهي، عزم ۽ همت سان
پنهن جي سيني ۾ چيوٽي ڏنو ۽ پنهن جي يار جي
پاسي ۾ ڪري پئي - ان بوٽي مثل جنهن جون
پاڙون ڏاتي سان وڍيون ويون هجن - عورتن ۾
ڏڪڻي پئجي وئي ۽ انهن خوف ۽ غم جي شدت
کان زور زور سان روئڻ شروع ڪيو - منجهائن
کي ته بيهوش ٿي ويون - مردن ۾ بہ هڪ ڪوڙ

ڪمسان بريا ٿي ويو ۽ هـو ڏپ ۽ هراس ۾ ڏڪندا ڪنيندا زخمين جي ويجهو آيا، ڪنوار جا سڪرات جي حالت ۾ هئي ۽ جنهن جي شفاف سيني مان رت جو ڦوهارو وهي رهيو هو، سندن طرف ڏٺو ۽ چيائين:

”سلامت ڪندڙوا خبردار، اسان جي ويجهو نہ اچوا نہ اسان جي جسمن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪجوا نہ تہ اهو مقدس روح جو اسان جي مٿان پاڇو ڪيو بيٺو آهي، توهان جون ڳچيون گهٽيندو ۽ نهايت سنگدلي ۽ بيرحميءَ سان توهان کي زمين تي دسيندو-

اسان جي جسمن کي بڪايل زمين جي وات جو گرہ بڻجڻ ڏيوا وڃوا وڃو- زمين کي موقعو ڏيو تہ اها اسان کي پنهن جي سيني ۾ محفوظ ڪري- جهڙي طرح هوءَ ٻجن کي بهار جي مند اچڻ تائين سردين جي برف کان محفوظ رکندي آهي-“

ڪنوار سليم جي لاش جي اڃان ٻـ، قريب ٿي وئي ۽ ٻنهن جا چپ سندس سرد چپن

تي ڪٿي رکيائين - هي پڇل لفظ آخري پساهن
سان سندس وات مان نڪتا:

"منهن جا حبيب! ڏس!! منهن جي
دل جا گهوٽ ڏس! حاسد ڪيئن نه
اسان جي سيج جي چئني طرفن کان
بيٺا آهن - سندن نگاهون ڪهڙي نه
طرح اسان تي ڪتل آهن - ٻڌ! سندن
ڏندن جي ڪڙڪڻ ۽ پاسرين جي
تڙڪڻ جا آواز ٻڌ!! سليم!
تو مدتون منهن جي انتظار جون
تڪليفون سٺيون - ڏس! هاڻي مان تنهن
جي آهيان - منهن جا حبيب! اسين
گهڻائي ڏينهن اونداهين ۾ غمگين ۽
حيران گذاريا، هاڻي مون ٻنهي جا سڀ
بند ڀڃي ڇڏيا آهن ۽ سڀ زنجير ڪٽي
ڇڏيا اٿم ته جيئن اسين سج جي گرمي
۽ روشني کان هڪ نئين زندگي حاصل
ڪريون! سليم! ڏس! هڪ ڪتي
ڪري سڀ نقش فنا ٿي چڪا آهن -
هر شيء منهنجي نظرن کان لڪي وئي
آهي - هاڻي مون کي تو کان سواء ٻيو

ڪجهہ بہ نظر نہ ٿو اچي - هاءِ! منهن
جا چپ، پيارا سليم! منهن جا ساهه قبول
ڪر!! اچ! منهن جا پيارا، هلون!!
محبت جو فرشتو پر پکيڙي چڪو
آهي ۽ نور جي مجلس چوڌاري اڏري
رهيو آهي-"

ڪنوار پنهن جو سينو سليم جي سيني تي
ڪٽي رکيو - سندس رت هن جي رت سان ملي
ويو، سندس سر هن جي گردن تي جهڪي پيو
۽ سندس اکيون هن جي اکين تي ڪپي ويون-

ماڻهو خاموش ويٺا هئا، سندن چهرا پيلا پئجي
ويا هئا، ننگن ۾ ڏڪي پيدا ٿي وئي هئي - ڇو
تہ موت جي هيبت سندن قوت ۽ چرپر کي فنا
ڪري ڇڏيو هو -

پادري ـــــ منتر پڙهي ڪري، ڪنوار جي
لاءِ ازدواجي هار پوئيندڙ پادري اڳتي وڌيو ۽
انهن لاشن جي طرف اشارو ڪري، حاضرين کي
سخت انداز ۾ چيو:

"اهي هٿ سزا جي لائق آهن جي ذلت
۽ گناهہ جي خون ۾ ليٽيل هئن جسمن
جي طرف وڌن، ۽ قابل نفرت آهن

آهي اکيون جي سندن موت تي رنج ۽ غم جا ڳوڙها ڳاڙين - شيطان سندن نا پاڪ روحن کي جهنم ۾ ڪِهلي ويو آهي - چڏي ڏيون! انهن ٻنهي لاشن کي ان نا پاڪ زمين تي جا سندن خون سان ڀنل آهي - ڀيا هجن، ته جيئن ڪتا سندن گوشت ورهائي کائن ۽ هوا سندن هڏن کي اڏائي چڏي - انسانو! ٻنهن جي ٻنهن جي ڳهرن ڏانهن موٽي وڃو!! پڇوا! هن بدبوء کان پڇو!! جا سندن دلين سان نڪري رهي آهي- هنن جا پتلا خطا ۽ قصور جي اٽي سان ڳنڍيل آهن ۽ ڪين سندن ٻنهن جي رذالت ۽ ڪميڻپ پيهين چڏيو - ڀيهندڙوا هنن کان پري ٿي وڃو! جلدي پري ٿيو، اٿين نه ته ٿي جو دوزخ جي باهه جا شعلا توهان کي نه ٻنهن جي لپيٽ ۾ آڻين -

توهان سان ڪوبه هٿ نه ڀيهي نه نه ذليل ۽ محروم ٿي ويندو - ڇاڪاڻ ته مقدس عبادتخاني ۾ باريابي ناممڪن

تيندي، جتي اهل - ايمان غلاميءَ جو
سجدو ادا ڪن ٿا-“

سوسن - اها ڇوڪري جنهن کي ڪنوار
قاصد ٻڌائي سليم ڏي موڪليو هو - اڳتي وڌي،
سندس پنبڻيون لڙڪن سان پريل هيون- عزم ۽ همت،
جرائت ۽ شجاعت سان هن چيو:

” اندا ڪافرو! هنن جي حفاظت لاءِ
مان هت موجود آهيان، صبح ٿيڻ تي
هنن جهوندڙ تارين هيٺان مان سندن
لاءِ قبرون کوٽيندس - جيڪڏهين توهان
منهن جي هٿن مان ڪوڏر کسي ورتي
ته مان پنهنجي آڱرين سان زمين جو
سينو چيريندس پر جيڪڏهين توهان
منهن جا هٿ به ٻڌي ڇڏيا ته هي فرض
مان پنهن جي ڏندن سان پورو ڪندس-
هليا وڃو! هن عطر ۽ لوبان جي خوشبوءِ
جي هنڌ سان پريل جاءِ مان هليا
وڃو!! سوئر پاڪ خوشبوءِ سنگهڻ ڪان
پڇندا آهن ۽ چور گهر جي مالڪ ۽
صبح ٿيڻ ڪان ڊڄندا آهن - وڃو! پنهن
جي اونداهين ڪوئنين ۾ وڃو!! محبت

جي شهيدن جي سرن مٿان اڏامندڙ
فرشتن جا گيت، ڪن ڪچري سان
پريل ڪنن تائين ڪوتہ پهچي سگهندا."

ساٿهو بيدي پادريءَ جي اکيان پري
ٿي ويا ۽ حوس لاشن جي پرسان بيٺي رهي ۽ ائين
پئي معلوم ٿيو تہ بيواهہ ماءُ رات جي خاموشيءَ ۾
پنهن جي پن ٻچن جي حفاظت ڪري رهي آهي -
ساٿهن جي وڃڻ کان پوءِ حوسن زار زار روئڻ
لڳي -



# زهراب

خزان جي خوبصورت زماني ۾ جڏهين اتر لبنان پنهن جي سمورين خوبصورتن ۽ دلڪشين سان جلوه فروش هوندو آهي، هڪ ڏينهن صبح جو ڳوٺ تولا جا ڳوٺاڻا اڻ ديول جي ويجهو جمع ٿيا جا وچ ڳوٺ ۾ آهي ۽ فارس رحال جي اوچتي گم ٿي وڃڻ تي پنهن جي خيالن جو اظهار ڪرڻ لڳا - هيءَ ڳالهه سندن لاءِ افسوسناڪ به هئي ۽ حيرت انگيز به، ته پنهن جي حسين ۽ نوجوان زال کي ڇڏي ڪري - جنهن کي اڃان ڇهه مهنا مس گذريا هئا جو هو وڏي لاڏ ڪوڏ سان شادي ڪري آڻيو هو، فارس رحال ڪاڏي هليو ويو؟

فارس رحال پنهن جي ڳوٺ جو سردار هو ۽ هيءَ سرداري کيس پيءُ ڏاڏي کان ورثي ۾ مليل

هئي - اڄان مس چوويهن سالن جو مس هو ته سندس شخصيت ۾ اهي سڀ گڻ پيدا ٿي ويا جن جي سبب تولا جا رهواسي سندس عزت ۽ احترام ڪرڻ لاءِ مجبور هئا.

گذريل سال وچ بهار ۾ جڏهين حسن سوسن برڪت سان شادي ڪئي ته ماڻهو چوندا هئا:

”هيءَ نوجوان ڪيترو نه خوش نصيب
آهي جو ڪيس ٽيهن سالن جي عمر کان
اڳ آهي سڀ خوشيون حاصل ٿي
ويون جي صحيح نموني ۾ انسان جي
طبعي زندگيءَ جو ڦل آهن!“

پر ان ڏينهن صبح جو، جڏهين تولا جا باشندا آرام جي ننڊ مان بيدار ٿيا ۽ کين پڌرو ٿيو ته جناب فارس صاحب پنهنجي سموري پونجي ڪٺي ڪري، مٿن مائٽن ۽ يارن دوستن سان بنا سلام، گهوڙي تي سوار ٿي ڪيڏانهن هليو ويو ته سندن دلين ۾ شڪ شبها پيدا ٿيا ۽ هو انهن مخفي سببن جو راز کولهڻ لڳا، جن جي ڪري هن پنهنجي زال، پنهنجو گهر ٻار، پنهنجي زمين، پنهنجا باغ، وطن وارا ۽ سڀ ڪجهه ڇڏي ڏنو.

اتر لبنان جي سماجي رهڻي ڪهڻي دنيا جي

سيڻي نظامن جي مقابلي ۾ اشتراڪي نظام (ڪميونزم) کي زياده ويجهي آهي - اهوئي سبب آهي جو زندگي جي رنج ۽ راحت ۾ هڪٻئي کي ساٿ ڏيڻ اني جي ماڻهن جي فطرت ۾ داخل آهي تنهن ڪري روزگار جو چڪر جڏهين ڪين ڪنهن تيئين حادثي سان هم ڪنار ڪندو آهي تڏهين هو پنهن جون سڀ توجهون ان جي وجه ۽ سبب جي تلاش ۾ صرف ڪندا آهن ۽ سندن اها جستجو تيستائين ختم نه ٿيندي آهي جيستائين وقت ڪو پيو مسئلو سندن سامهون پيش نه ڪري -

هيءُ ٿي پاڻ ۾ بڌيءَ جو مادو هو جنهن جي سبب تولا جا رهاڪو اڄ پنهن جي ڪم ڪار کان بيپرواه ٿي ڪري، تولا جي ديول جي ويجهو جمع ٿيا هئا ۽ فارس رحال جي اوچتي هلڻي وڃڻ تي ڳالهيون ٻولهيون ۽ ويچار ڪرڻ لڳا -

اڃان ماڻهن ۾ ڳالهيون ٿي ٿي رهيون ته ڪوت جو پادري اسطفان ڪنڌ ۾ پادرانه پٽو وجهيون سندن طرف ايندي نظر آيو - سندس منهن تي فڪر ۽ مايوسيءَ جا آثار هئا -

مجمع اسطفان جي ويجهو پهتو ۽ ڪاٿس فارس رحال جي باري ۾ طرحين طرحين جا سوال ڪرڻ لڳو

پر هن ڪوبہ جواب نہ ڏنو ۽ خاموش ويهي افسوس جا هٿ مهٽيندو رهيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ هن چيو:

”ڪجهہ نہ پڇو! منهن جا پڇڙؤ! مون کان ڪجهہ نہ پڇو!! مون کي فقط ايترو ئي معلوم آهي تہ صبح ٿيڻ کان ٿورو اڳ فارس منهن جي دروازي جو ڪڙو ڪڙڪايو، مون دروازو کوليو تہ هو گهوڙي کي واڳ کان جهليون بيٺو هو. ان وقت سندس منهن تي نهايت رنج ۽ غم جا آثار هئا. حيرت ۾ پنجي مون سبب پڇيو تہ چيائين: ”اوهان کان موڪلائڻ آيو آهيان، مان سمنڊ پار وڃي رهيو آهيان ۽ ارادو اٿم تہ هاڻي جيئري جيءَ واپس نہ ورندس.“ ائين چئي هن مونکي پنهن جي دوست نجيب مالڪ جي نالي هڪ خط ڏنو ۽ تاڪيد ڪيائين تہ هتون هٿ پهچايو وڃي. خط ڏئي هو گهوڙي تي سوار ٿيو ۽ اڙي هٽي ويندو رهيو. هن مون کي ايترو بہ

موقع نہ ڏنو جو مان ڪانئس تفصيل ۾
سفر جي ارادي جو سبب پڇي سگھان.
جا ڪجھہ مونکي خبر هئي سا مون
توهان کي ٻڌائي ۽ هاڻي هن ڪان
وڌيڪ مون ڪان نہ پڇو ـ"

مجمع مان هڪ شخص ڪڇالهايو:

"نجيب مالڪ، ڳوٺ ۾ هن جو سڀ
ڪان گهاٽو دوست هو تنهن ڪري ضرور هن
پنهن جي وطن ڇڏڻ جو سمورو قصو انهيءَ خط
۾ لکيو هوندو ـ"

ٻئي پڇيو:

"ڇا اوهان سندس زال کي بہ ڪتي
ڏٺو ؟ آهي"

پادريءَ جواب ڏنو:

"هائو! مون ڪيس صبح جو عبادت کان
پوءِ ڏٺو هو ـ هوءَ دريءَ جي پرسان ويٺي، ڪمل
نگاهن سان ڪتي پري ڏسي رهي هئي ـ انين پڻ
معلوم ٿيو تہ ڇڻ سندس حواس گم آهن ـ فارس
جي باري ۾ مون جڏهين ڪانئس پڇيو تہ سڙي
مون کي ڏنائين ۽ جواب ڏنائين:

"مونہ کي ڪجھہ معلوم ناهي! مونکي

ڪاٻه خبر ناهي!!" اٿين چئي ٻـــارن
وانگر زار زار روئڻ لڳي ـ "

اڃان پادريءَ جي ڳالهه پوري نه ٿي هئي جو ڳوٺ جي اوپرين پاسي کان بندوق ڇٽڻ ۽ گڏو گڏ هڪ عورت جي روڄ راڙي جـــو آواز ٻڌڻ ۾ آيو جنهن فضا ۾ هڪ هراس پيدا ڪري ڇڏيو ـ ساٿهو ٿوري دير تائين ته حيران ۽ خاموش ويٺا رهيا پر تنهن کان پوءِ سڀ جو سڀ ـ جن ۾ مرد به هئا ۽ عورتون به ـ چهرن تي خوف ۽ بد بختي جا نقاب اوڙهي آواز جي طرف وڃڻ لڳا ـ

جڏهين هو فارس رحال جي ٻاهرين بنگلـــي ۾ پهتا ته هنن هڪ خوفناڪ منظر ڏٺو جنهن جي اثر کان سندن متا چڪرائجي ويا ـ رت رڱين ۾ ڇمي وين ـ انهن ڏٺو ته نجيب سالڪ خون ۾ ليٿڙيـــو پيو آهي ۽ فارس رحال جي زال، سوسن سندس پير ۾ ويهي پنهن جا وار ۽ ڪپڙا پٽي دردناڪ آواز ۾ رڙي رهي آهي ـ

"هن خود ڪشي ڪئي! هن پنهن جي سيني ۾ بندوق هڻين!!

ساٿهو حيرت ۾ بيٺا هئا، ڄڻ ته مـــوت جـــي فرشتي جي اڻ ڏٺل آڱرين سندن روحن کي گهيٽي

رکيو هو - پادري لاش جي ويجهو آيو، ھن ڏٺو
تہ مقتول جي سڄي هٿ ۾ فارس رحال جو خط
آهي جو اڄ ئي صبح جو لکندڙ جي مرضي مطابق
کيس ھٿون هٿ پهچايو ويو هو - مقتول خط کي
ايتري تہ قوت سان جهليو هو جو ڄڻ تہ گهرياڻين
ٿي تہ کيس بہ پنهن جي آگرين جو حصو بڻائي
ڇڏي - پادري اهو خط سندس هٿ مان ڪڍي ڪري
پنهن جي کيسي ۾ ائين رکيو جيئن ڪو پيو ڏسي
نہ سگهي - ۽ مٿو پٽيندو بہ چار قدم پوئتي هٽي
بيهي رهيو -

ماڻهو نجيب مالڪ جو لاش سندس بيوه ماءُ جي
گهر کڻي ويا، ھن ويچاري جيئن ئي پنهن جي
مربي پٽ . . هڙي حالت ۾ ڏٺو تيئن ئي غش
کائي مٿان ٿي زمين تي ڪري پئي -

ڪجي عورتون فارس رحال جي وطن ڇڏڻ ۽
نجيب مالڪ جي خودڪشي جي سلسلي ۾
فارس رحال جي زال کي ڏوهي قرار ڏئي رهيون
هون جو کيس اهڙي اڏمئي حالت ۾ اندر پهچايو
ويو



ا طفان پنهن جي گهر آيو ۽ دروازو بند ڪري

پنهن جي کيسي مان اهو خط ڪڍيو جو هن نجيب مالڪ جي هٿ مان ڪنيون هو. ڏڪندڙ ۽ ڪبندڙ آواز ۾ هن پڙهڻ شروع ڪيو:

”ادا نجيب!

مان وطن ڇڏي رهيو آهيان - انهيءَ لاءِ ته منهن جو وجود نه فقط تنهن جي ۽ منهن جي زال لاءِ پر خود منهن جي لاءِ به بدبختي جو باعث آهي. مون کي خبر آهي ته تون شريف طبيعت آهين ۽ تو پنهن جي دوست جي ——— جو تنهن جو پاڙيسري به آهي. امانت ۾ خيانت نه ڪئي آهي، مون کي هي به معلوم آهي ته منهن جي زال سوسن پاڪدامن آهي، پر ان سان گڏو گڏ مون کي هيءَ به سڌ آهي ته اها محبت جنهن تنهن جي ۽ سوسن جي دل کي هڪ ڪري ڇڏيو آهي. سا توهان ٻنهي جي وس کان ٻاهر آهي، توهان جيڪڏهين چاهيو ٻه ته به توهين کيس فنا نه ڪري سگهو جهڙيطرح توهان نهر قاديشه جي وهڪري کي

روڪي نہ ٿا سگهو -
نجيب! تون منهن جو ننڍپڻ جو دوست
آهين، جڏهين اسين ٻئي گڏ باغن، ٻنين،
ميدانن ۽ ديولين جي اڳڻ ۾ کيڏندا
وتندا هئاسين - ۽ مان خدا کي شاهد
ڄاڻي چوان ٿو تہ هن وقت بہ تون
منهن جو اهوئي دوست آهين جو اڳي
هئين - مون کي اميد آهي تہ تون بہ
مون کي هميشه ائين سمجهندين جيئن
هميشه سمجهندو آيو آهين! سيان يا آن
کان پوءِ سوسن سان جيڪڏهين ملين
تہ چئجانئس تہ منهن جي دل ۾ سندس
طرف کان ڪابہ بدگماني يا رنجش
ناهي - مان کيس اڃان بہ محبت ۽
مهرباني جي لائق سمجهان ٿو ۽ جيئري
جيءُ سمجهندو رهندس - کيس هيءُ بہ
ٻڌائجانءِ تہ جڏهين اڄ رات جو مان
سجاڳ ٿيس ۽ مون ڏٺو تہ هوءَ
حضرت عيسيٰ جي تصوير جي اڳيان
گوڏن ڀر ويهي عاجزي ۽ انڪساري
سان پنهن جي دل جي صبر ۽ سڪون

لاءِ التجا ڪري رهي آهي تہ منهنجي
دل شفقت ۽ همدردي جي جذبات
کان چور چور ٿي پئي دنيا ۾ ڪوبہ
ڏک يا تڪليف اهڙو ڪونهي جو هن
عورت جي زندگيءَ جي مقابلي ۾ پيش
ڪري سگهجي، جنهن جي هڪ طرف
تہ سندس محب هجي ۽ ٻئي طرف
محبوب!
غريب سوسن هميشه اهڙي ڪشمڪش
۾ مبتلا هئي - هوءَ گهرندي هئي تہ
زال هئڻ جي حيثيت ۾ جي فرائض
سندس مٿان عائد ٿين ٿا سي پورا
ڪري پر هوءَ پنهن جي هٿن سان پنهن
جي جذبات جو گردن بہ نہ پئي گهٽي
سگهي - تنهن ڪري مان هڪ ڏورانهين
ملڪ وڃين رهيو آهيان انهيءَ نيت
سان تہ وري واپس نہ ورندس - مان نہ
ٿو چاهيان تہ توهان ٻنهي جي ڪاميابين
۽ خوشين جي راه ۾ هڪ پهاڙ بڻجان!
آخر ۾ مون کي اسيد آهي تہ تون
سوسن سان خلوص ۽ محبت جو ناتو

قائم رکيون ايندين ۽ آخري پسلم
تائين سندس حفاظت ڪندين - هن
تنهن جي لاءِ پنهن جي هر شيءِ قربان
ڪري ڇڏي تنهن ڪري هوءَ بہ آن
هر مهرباني ۽ دلجوئي جي مستحق
آهي جا مرد، عورت سان ڪري سگهي
ٿو -

نجيب، خدا ڪري تون هميشه
شريف القلب ۽ بلند حوصلہ رهين! الله
توکي هميشه پنهنجي پناهہ ۾ رکي!!!

تنهن جو پاءُ
قارس رحال

خط پڙهڻ کان پوءِ اسطفان ڪيس تہ ڪري
پنهن جي کيسي ۾ رکيو ۽ دريءَ وٽ وڃي ويٺي پري
ماٿريءَ طرف ڏسڻ لڳو - سندس سڪل مهانديا
ٻڌائي رهيا هئا تہ هن وقت هو ڪنهن گهري
فڪر ۾ آهي - پر هڪ منٽ بہ تہ گذريو هو جو
هو هڪدم اٿي کڙو ٿيو - ائين پئي معلوم ٿيو تہ
هن پنهن جي فڪر جي تہ سان هڪ مشڪل ۽
خطرناڪ راز حاصل ڪيو آهي - اهو مشڪل ۽
خطرناڪ راز جو ظاهري پردن ۾ لڪل ۽ متاڇري

چادر ۾ ويڙهيل هو — ڪلاڪن ڌاڻهن نڪري وئي:

فارس رحال! تون ڪيتري نه قدر چالاڪ
آهين!! مان سمجهي ويس تو ابن مالڪ
کي ڪهڙي طرح قتل ڪيو ۽ پوءِ
ڪهڙي طرح سندس خون کان بہ آزاد
رهين - تو زهر موڪليو پر ماکيءَ ۾
ملائي، تو ڪيس ترار موڪلي پر ريشم
۽ ڪيمخاب ۾ ويڙهي ڪري - تو وٽس
موت جو فرشتو موڪليو پر خط جي
تهن ۾ ويڙهي ڪري - جڏهن هن
بندوق جو منهن پنهن جي سيني طرف
ڪيو آهي تہ سندس هٿ تنهن جي
هٿ جي گرفت ۾ هو ۽ سندس ارادو
تنهن جي ارادي جي تابع هو - افسوس!
فارس رحال تون ڪيتري نہ قدر عيار
آهين!!"

اسطفان پيهر ڪرسيءَ تي ويهي رهيو -
هو هر هر ڪنڌ لوڏي رهيو هو ۽ پنهن جي
آڱرين سان ڏاڙهيءَ کي سنواري بہ رهيو هو -
سندس چپن تي هڪ پر معنيٰ مرڪ هئي — درد

ڪانءَ به زياده خطرناڪ مرڪ!

ٿوري دير ڪان پوءِ هن ويجهو واري ڪئبنٽ مان هڪ ڪتاب ڪڍيو ۽ افرام سرياني جا پاڪيزه شعر جهونگارڻ لڳو - ڪڏهين ڪڏهين وچ ڳوٺ مان ايندڙ عورتن جي روڄ راڙي ڪي ٻڌڻ لاءِ اڪ ڪٿي هيڏي هوڏي ڏسي به ورتائين ٿي -



# طوفان

يوسف فخري ٽيهن سالن جو هو جڏهين هن دنيا ۽ مافيها سان لڳ لاڳاپا لاهي، اڪيلو، خاموش ۽ زاهدن واري زندگي گهارڻ لاءِ انهيءَ ويران خانقاهه کي وڃي وسايو جا اتر لبنان جي واديءَ قاديشه جي ڪناري تي آهي.

آس پاس جي ڳوٺاڻن کي سندس باري ۾ عجيب و غريب خيال هئا. ڪو چوندو هو:

”هو هڪ شريف ۽ وڏائي گهر جو ماڻهو آهي جنهن هڪ عورت سان محبت ڪئي پر سندس بيوفائي کان دلشڪسته ٿي ڪري شهر ڇڏي ڏنو ۽ ڪيس وسارڻ خاطر گوشه نشيني اختيار ڪئي.“

کو خيال ظاهر ڪندو هو:

” هو خيالن جي دنيا ۾ رهندڙ شاعر آهي، جو پنهنجي فڪر ۽ جذبات کي شعر ۽ نظم جو جامو پهرائڻ لاءِ سماجي گوڙ گهمسان کان ڪناره ڪش ٿي ويو آهي.“

” هو عبادت ڪندڙ صوفي آهي جنهن دنيا ۽ سندس دلچسپين کان منهن موڙي ڪري دين تي قناعت ڪئي آهي.“

۽ ڪو بيدڙڪ چئي ڏيندو هو:

” هو مجنون آهي!“

پر مان؟ —— مان هن مسئلي ۾ بلڪل خاموش هوس ڇاڪاڻ ته مون کي خبر آهي ته روح جي اندر اهڙا نازڪ راز به هوندا آهن جن جو اظهار صرف خيالن جي وس جي ڳالهه ناهي، تنهن هوندي به هن عجيب و غريب انسان سان ملڻ ۽ گفتگو ڪرڻ جو گهڻو آرزو مند هوس، تنهن ڪري به پيرا مون ڪوشش به ڪئي ته ڪيس ملي ڪري —— سندس حقيقت معلوم ڪريان ۽ سندس مقصد ۽ مطلب جي خبر لهان پر تڪين تڪين نظرن ۽ بعضي اهڙن نظرن کان سواءِ، جنهن مان سندس سنگدلي،

ڪنورپ ۽ وڏائي ظاهر ٿيندي هئي، مون ڪـــي ڪابہ ڪاميابي نصيب نہ ٿي.

ٻهريون دفعو جڏهين مون ڪيس ڏٺو تڏهيـــن هو صنوبر جي وڻ جي جهنڊ جي ويجهو گهمـــي رهيو هو. نهايت گهڻي ادب ۽ احترام سان مون ڪيس سلام ڪيو پر پاڻ فقط ڪنڌ لوڏڻ جي ٻيو ڪوبہ جواب نہ ڏنائين ۽ جلد اتان هليو ويو.

ٽيون دفعو جڏهين منهن جي ساڻس ملاقات ٿـــي تڏهين هو خانقاه جي ويجهو انگورن جي باغيچي جي وچ ۾ ويٺو هو. سندس ويجهو وڃي ڪـــري مون پڇيس:

"ڪلهہ مون ڪي هڪ شخص جي واتان معلوم ٿيو آهي تہ هيءَ خانقاه هـــڪ شامي عابد چوڏهين صديءَ ۾ ٺهرائـــي هئي. ڇا اوهان ڪي سندس بـــاري ۾ خبر آهي؟"

سخت نموني ۾ هن جواب ڏنو:

"مون ڪي خبر ناهي تہ هيءَ خانقاه ڪنهن ٺهرائي ۽ نہ وري معلوم ڪرڻ چاهيان ٿو."

هيڏن ڇڏي ڪري هن مونڏي پٺي ڪري ڇڏي ۽ ٺوڪ طور چيائين:

”تون هن بلاري ۾ پنهنجي ڏاڏيءَ کان ڇـو نہ تو پڇين؟ هوءَ عمر ۾ بہ هت سڀ کان وڏي آهي ۽ هتي ماڻهن جي تاريخ جي بہ کيس پـــن سيني کان گهڻي خبر آهي.“

مان پنهنجي ٻاراڻي حرڪت تي پشيمـــان ۽ غمگين واپس موٽي آيس.

اهڙيءَ طرح بہ سال گذري ويا پر هن پر اسرار شخص جي زندگي منهنجي خيالن ۽ ذهن تـــي ڇانيل رهي.



خزان جي موسم جو ذڪر آهي، مان يوسـف فخري جي خانقاه جي آس پاس، ٽڪرين ۽ ماڻهن ۾ گهمي رهيو هوس جو طوفان ۽ مينهن اچي ورايو ۽ مون سان ائين ڪيڏنءِ لڳو جيئن مستيءَ ۾ پريل سمنڊ آن پيڙيءَ سان ڪيڏندو آهي جنهن جو ڦرهو ڇولين پيڇي ڇڏيو هجي ۽ سڙه طوفان ڦاڙهي ڇڏيو هجي. مون خانقاه جي راه ورتي ۽ پنهنجي دل ۾ چيو:

”هن ماڻهن کان بيزار سان ملڻ جـو چڱو وجهہ مليو آهي. طوفان ۽ ينـل

ڪپڙا منهن جي معافي ۽ سفارش لاءِ
ڪافي آهن."

مان اهڙيءَ رحم جوڳي حالت ۾ خانقاه جي وچ ۾ ڀتس ۾ اچان مون کڙو ڪوڪايو هو جو مون کي پنهنجي سامهون هو شخص بيٺل نظر آيو جنهن سان ملڻ جي خواهش هڪ هڪ عرصي کان منهن جي دل ۾ هئي - هن جي هٿ ۾ هڪ پکي هو جنهن جو مٿو سخت زخمي ۽ پر ڦٽيل هئا ۽ اهڙيءَ طرح ڦٿ ڦٿ ڪري رهيو هو جو چڻ ته پنهنجي زندگي جا آخري پساه پورا ڪري رهيو هجي - ڪيس سلام ڪرڻ کان پوءِ مون چيو:

"معاف ڪجو مان هن حالت ۾ اوهان وٽ آيو آهيان - پر ڇا ڪيان مجبور هوس، طوفان تمام سخت آهي ۽ شهر هتان گهڻو پري!"

هن منهن ۾ گهنڊ وجهي مون کي نهايت غور سان ڏٺو ۽ نفرت ڀريل نموني ۾ چيائين:

"هت گهٽيون ئي غارون آهن ۽ جيڪڏهين تنهن جي مرضي هجي ها ته تون انهن ۾ پناهه وٺي سگهين ٿي!"

ائين چيائين ۽ پکيءَ جي مٿي تي ايتري محبت سان هٿ ڦيرڻ لڳو جا مون حياتيءَ ۾ نه ڏٺي

هئي - هئڙين برعڪس شين - رحم ۽ سنگدلي - کي
ڏسي ڪري مون کي سخت تعجب ٿيو - سڀ
ڪان وڏيڪ حيرت ۾ وجهندڙ منهن جي لاءِ هيءَ
ڳالهه هئي ته هو مون سان ايتري قدر سختي سان
چو ٿو پيش اچي -

هن مونڏي سواليه نظر سان ڏٺو ڇڻ ته منهنجي
ذهني تڪليف کي سمجهي ويو هجي ۽ چيائين:

”طوفان ڪتي گوشت کي پنهن جـــي
خوراڪ ناهي ٻڌائيندو پوءِ تون ڪانئس
ڊچي ڇو ٿو پڇين؟“

مون جواب ڏنو:

”هي صحيح آهي ته طوفان، ڪتـان ۽
۽ ڇهراڻ کي نه ٿو پسند ڪري پـــر
ڪيس سرد ۽ تر شيون پسند آهن، تنهن
ڪري مون کي يقين آهي ته جيڪڏهن
پيهر سندس هٿ چڙهيس ته هـو
مونکي هڪ لذيذ گره سمجهي ڳڙڪائي
ويندو!“

سندس منهن تي ڪي قدر سرهائي موڊار ٿي
هن مون کي چيو:

”جيڪڏهن طوفان توکي هڪ لذيـذ
گره سمجهي ڳڙڪائي وجي ته هـــيءَ

تنهن جي لاءِ ايتري نہ وڏي عزت ٿيندي
جنهن جو تون ڪڏهين بہ لائق ناهين."

مون جواب ڏنو:

"تنهن ڪري نہ منهن طوفان کان پڇي
آيو آهيان تہ اها عزت مون کي حاصل
نہ ٿي سگهي جنهن جو مان هرگز لائق
ناهيان" ان ملڪي مرڪ کي لڪائڻ خاطر جا سندس چپن تي بي اختيار نمودار ٿي هئي، هن مونڊي پني ڪري ڇڏي ۽ هڪ ڪرسيءَ طرف اشارو ڪندي جا پرندڙ کل جي پرسان رکيل هئي، مون کي چيو:

"هن ڪرسيءَ تي ويهي پنهن جا ڪپڙا سڪاءِ."

مون سندس تشڪر ادا ڪيو ۽ اسين ٻئي ويهي رهياسين. مان ان ڪاٺ واري ڪرسيءَ تي جا کل جي پرسان پيل هئي ۽ هو هڪ پراڻين ڪرسيءَ تي جا چپ آڏي ناهي وئي هئي. هن هڪ نڪر جي پيالي ۾ جنهن ۾ ڪيترائي تيل مليل هئا، آنگريون بوڙيون ۽ ان پڪيءَ جي زخميل ڪنپڙاتين ۽ مٿي تي ملڻ لڳو. پوءِ هن منهن جي طرف ڌيان ڏنو ۽ چيائين:

"طوفان هن بيوس پکيءَ کي ستيو ۽

هيءَ اڏ مئي حالت ۾ چپ تي ڪري
پيو! "

مون جواب ڏنو:

" اهڙي طرح مون ڪي به طوفان اوهان
جي در تي اچي ڦٽو ڪيو آهي ۽ مون
کي اڃان تائين خبر ناهي ته آءٌ سنهن
جون پانهون پکيون آهن يا مٿو ڦاڙيو
آهي."

هن منهن جي منهن کي غور سان ڏٺو ۽ چيو:

" ڪيترو نه سٺو ٿئي ها جيڪڏهين
انسان جي فطرت پکين جهڙي هجي ها!
ڪيترو نه سٺو ٿئي ها، جيڪڏهين
طوفان انسان جون پانهون ڀڃي ڇڏي
ها ۽ مٿو ڦاڙي وجهي ها!! پر بزدلي
انسان جي ضمير ۾ پيريل آهي، هو
طوفان کي چڱي طرح ٿي سڃاڻي
ٿيندي نه ٿو ڏسي ته وڃي ٿو غارن،
کندن ۽ پاسن ۾ لڪي."

گفتگو کي شروع رکڻ جي خيال کان مون
چيو:

" پکين کي اهو شرف حاصل آهي جو

انسان کي حاصل ناهي. انسان آن
قانون ۽ آن رواج جي پاڇي ۾ زندگي
گذاري ٿو جي هن پنهن جي لاء ٺاهيا
آهن، پر پکي انهيء وڏي ۽ عالمي
قانون جي مطابق زندگي گذارين ٿا
جنهنجي وسيلي زمين سج جي چوڌاري
چڪر هڻندي آهي."

هن جي اکين ۾ هڪ جوت پيدا ٿي، واچون
ٽڙي ويس چڻ ته هن مونکي پنهن جو هڪ ذهين
شاگرد سمجهيو. هو چوڻ لڳو:

"شاباش! زنده باد!! جو ڪجهه تون
چئي رهيو آهين ۽ جيڪڏهين اهوئي
تنهن جو عقيدو به آهي، ته انسان کي
ڇڏي ڏي، سندن ناقص رسم و رواج
۽ بيڪار قانون کي لت هڻ ۽ پکين
وانگر هڪ اهڙي جاء تي زندگي گذار
جا خدا جي نالي کان سواء ٻين سڀني
شين کان خالي هجي."

مون جواب ڏنو:

"جو ڪجهه مان چئي رهيو آهيان
تنهن تي اعتقاد به رکان ٿو."

هن پنهنجو هٿ متي کنبو ۽ سخت انـــداز ۾ چيائين:

”اعتقاد ٻي شيءِ آهي ۽ متس عمـــل ڪرڻ ٻي شيءِ. ايترا ڪيترائي ماڻهو آهن جي ڳالهه تہ سمنڊ وانگر ٿا ڪــن پر سندن زندگي هڪ باراني تلاءَ کان زياده حثيت نہ ٿي رکي. هو پنهنجي ڳچين کي جبل جي چوٽين ڪـــان بہ بلند سمجهن ٿا پر سندن روح غارن جي اونداهين ۾ سٿل رهن ٿا.“

هيڻن چيائين ۽ مونکي موقع ڏيڻ کان سواءِ ٿي پنهنجي جاءِ تان اٿيو. ٻڪيءَ کـــي دريءَ جـــي پرسان ٽنگيل هڪ پراڻي ڪوٽ تي ويهاريائيـــن ۽ هيڏانهن هوڏانهن کان ڪک ڪانا گڏ ڪري ڪل ۾ وجهندي چوڻ لڳو:

”جتي لاهي ٻنهن جا پيـــر ڪــــاهہ. پوسل انسان لاءِ سڀ کان زياده نقصان ڪار آهي. چڱي طرح ڪاهہ ۽ شرم نہ ڪر.“

مان ٻاهر کي اچان ٿورو ويجهو ٿي ويٺس. منهن جن پسيل ڪپڙن مان دونهان نڪري رهيا هئا ۽

هو خانقاه جي دروازي تي بيٺو غضبناڪ فضا کي نهايت مصروفيت سان ڏسي رهيو هو -

ٿوري دير کان پوءِ مون کائنس پڇيو:

”ڇا اوهان کي هن خانقاه ۾ آئي گهڻو وقت گذريو آهي؟“

هن مونڏي ڏسڻ کان سواءِ ئي جواب ڏنو:

”مان هن خانقاه ۾ ان وقت آيو هوس جڏهن زمين سنسان ۽ ويران هئي ۽ پاڻي جي مٿاڇري تي خداوندي روح اڏري رهيو هو -“

مان خاموش ٿي ويس ۽ پنهنجي دل ۾ چوڻ لڳس:

”هي شخص ڪيترو نه عجيب و غريب آهي ۽ سندس راز کي معلوم ڪرڻ ڪيترو نه ڪٺن آهي!“ پر سائس گفتگو ڪرڻ ۽ سندس روح جي اسرار کي سمجهڻ به ضروري آهي تنهن ڪري مان صبر ڪندس ايتري حد تائين جو سندس بيرخي ۽ بيرحمي لطف ۽ مهرباني ۾ بدلجي وڃي -



رات انهن ماترين مٿان پنهن جي ڪاري چادر پکيڙي ڇڏي - طوفان ۽ مينهن ايتري ته شدت اختيار ڪئي جو مونکي ائين محسوس ٿيڻ لڳو: طوفان، زندگي کي فنا ۽ زمين کي گندگي کان پاڪ ۽ صاف ڪرڻ لاء پيهر جوش ۾ آيو آهي - يوسف فخري جي بزرگي مان سموري نفرت ۽ بيزاري، پيار ۽ همدردي ۾ بدلجي وئي ڇڻ ته عناصر جي پڙڪائڻ سندس روح ۾ اها خاطري پيدا ڪئي هئي جا بعضي وقت ردعمل جي طور تي ظاهر ٿيندي آهي - هو اٿيو ۽ ٻه ڏٿا ٻاريائين - تنهن کان پوء منهن جي سامهون شراب سان ڪنن ڀر دکي ۽ هڪ ٿالهه رکيائين جنهن ۾ ماني، پنير، زيتون جو روغن ۽ ٿورا ڪجل ميوا هئا ۽ منهنجي سامهون وهي پيار ۽ مهرباني جي انداز ۾ چوڻ لڳو:

”مون وٽ جو کائڻ پيئڻ جو سامان هو، حاضر آهي - اچ ۽ مون سان شريڪ ٿي وڃ!!“

اسان رات جي ماني خاموشي سان کاڌي - هوا جا سوسٽ ۽ مينهن جي وس وس اسان جي ڪنن باقاعده پئي پڌي - مون هر گره تي يوسف فخري جي منهن کي ڏسي ورتو ٿي ته جيئن سندس

مهاندڻ مان سندس ذهني حالتن ۽ وجداني لاڙن ۽ خيالن جي حقيقت معلوم ڪريان.

دسترخوان کڻڻ کان پوءِ، ڪل جي پرسان هن هڪ پتل جي ڪيٽلي ڪنئي ۽ ٻن پيالن ۾ نهايت صاف ۽ خوشبودار قهوو وڌو، پوءِ سگريٽن جو هڪ دٻو کولي منهن جي طرف وڌائيندي نرم آواز ۾ چيائين:

هان وٺ! سگريٽ ڇڪ!!"

مون هڪ سگريٽ کنيو، منهن جي ٻئي هٿ ۾ قهوي جي پيالي هئي. جو ڪجهه ان وقت منهن جون اکيون ڏسي رهيون هيون، مون کي تنهن تي يقين نه ٿي آيو. منهنجي سگريٽ دکائڻ ۽ قهوي جا ٻه چار ڍڪ پيئڻ کان پوءِ، هن ڪنڌ لوڏيو ڇڻ ته منهن جي فڪر جو علم ڪيس پئجي ويو هو ۽ چيائين:

"تون هن خانقاه ۾ شراب، سگريٽ ۽ قهوه جي موجودگي تي تعجب ڪري رهيو آهين نه فقط ايترو پر توکي ڪاڏي جي سامان ۽ بستري تي به حيرت آهي مان توکي قصوروار ڪانه ٿو سمجهان ڇاڪاڻ ته تون به انهن گهڻن مائهن مان

هڪ آهين، جي انسان کان ءاجدگـي
کي زندگيءَ جي انهن سيني فطرتـي
لذتن ۽ عام خوشين کان پري ءنـڻ
لازمي سمجهن ٿا.“
مون جواب ڏنو:-
”برابر! هي عقيدو پوري طرح اسانجي
ذهن تي قابض آهي ته خدا جي عبادت
لاءِ دنيا کان منهن مٽڻ جي معني هي
آهي ته اڪيلي ۽ زاهدانہ واري زندگي
گذاري وڃي ۽ دنيا جي هر لذت ۽
هر خوشيءَ کي ڇڏي ڪري صـرف
پاڻيءَ ۽ گاهه تي گذارو ڪيو وڃي-“
هن چيو:
”خدا جي مخلوق سان گڏ رهندي به
مان سندس عبادت ڪري سگهيس ٿي-
ڇاڪاڻ ته عبادت لاءِ اڪيلائـي ۽
گوشه نشيني ضروري نه آهي- مون خدا
کي حاصل ڪرڻ لاءِ دنيا کي ناهـي
ڇڏيو ڇاڪاڻ ته هو مون کي منهـن
جي ماءُ پيءُ جي گهر ۾ ئي نه پر هر
جڳهه مليو ٿي، ۽ مون ماڻهـن کـان

انهيءَ ڪري ڪناره ڪشي اختيار
ڪئي جو منهن جي قطرت سندن فطرت
ڪان مختلف هئي ۽ منهن جو فڪر
سندن فڪر ڪان.

مون انسانن ڪان انهيءَ ڪري
قطع معاشرت ڪئي جو منهن جي روح
کي ڪبي طرف ڦرندڙ چرخين ۾ سڄي
طرف ڦرندڙ چرخي ڏنو.

مون تمدن تي انهيءَ ڪري لت
هئين جو منهن جي خيال ۾ اهو هڪ
پراڻو، فاسد، قوي ۽ خطرناڪ وڻ هو،
جنهن جون پاڙون زمين جي اونداهين ۾
پکڙيل هيون ۽ شاخون آسمان سان
ڳالهيون ڪري رهيون هيون، پر جنهن
جا گل، لالچ، بداخلاقي، ڏوه ۽ گناه
هئا ۽ ميوه، آفت، بدبختي، فڪر ۽
غم ـــ

ڪن مصلحين ڪوششون ٻـــ
ڪيون ته قلم هڻي ڪري هن وڻ جي
طبيعت بدلائي وجهي پر ڪين ڪاميابي
نصيب نه ٿي ۽ هو مايوسي، مظلومي ۽

ناڪاميءَ جي حالت ۾ مري ويا.“
هن ڪرسيءَ جو سهارو ورتو ۽ سنـــدس آواز
اڳي ڪان بلند ٿي ويو ڄڻ ته هو پنهن جي ڪلام
جي تاثير ۾ هڪ لذت محسوس ڪري رهيو هو.
گفتگو جو سلسلو جاري رکندي هن چيو:
”نه! مون رهبانيت ۽ عبادت جي لاءِ
اڪيلائي اختيار ناهي ڪئي، انهيءَ لاءِ
جو عبادت ـــ جا دل جو نغمه آهي.
بيشمار دانهن ڪوڪن جي وچ ۾ هئڻ
جي باوجود به خدا جي ڪنن تائيـــن
پهچي ٿي ۽ رهبانيت ـــ جنهن جو پيو
نالو جسم تي جبر ڪرڻ ۽ سنـــدس
خواهشن کي پيڙڻ آهي ـــ هڪ اهڙو
مسئلو آهي جنهن جي لاءِ منهن جـــي
مذهب ۾ ڪابه گنجائش ڪانهي، الله
جسم کي روح جو عبادت گاه بڻايـــو
آهي ۽ اسان جو فرض آهي ته اسيـــن
سندس حفاظت ڪريون ته جيئن اهـــو
جاندار، ڀلڪ، صاف ۽ آن ”الوهيت“
جي قابل رهي جا منجهس رهندي آهي.
نه! منهن جا دوست! مـــون زهـــد ۽

عادت لاءِ گوشه نشيني اختيار ناهي
ڪئي، پر انهيءَ لاءِ ڪئي آهي ته مان
ماڻهن، سندن قوانين، سندن تعليمات،
سندن رسم و رواج، سندن خيالن،
سندن مصيبتن ۽ پريشانين کان بچڻ
چاهيو ٿي - مون اڪيلائي کي انهيءَ
ڪري بهتر سمجهو ته جيئن انهن ماڻهن
جون منحوس صورتون مون کي ڏسڻ
۾ نه اچن، جي پنهنجي روح کي
وڪڻي ڪري سندس قيمت سان اهڙيون
شيون خريد ڪن ٿا جي قدر ۽ عزت
۾ کانئس هزار بار ڪريل هوندڙيون
آهن -

مون گوشه نشيني کي انهيءَ لاءِ
ترجيح ڏني جو مان انهن عورتن سان
ملڻ نه ٿي چاهيو جي آڪڙيل ڳچين
سان اکيون ٽمڪائينديون ڦرنديون آهن
۽ جن جي چپن تي هزارين مسڪراهٽون
هونديون آهن پر دل ۾ هڪ ۽ صرف
هڪ ئي غرض -

مون اڪيلائي کي انهيءَ ڪري

پسند ڪيو ته انهن ”نيم فلاسفين“ جي ياري دوستي کان بچي وڃان، جي خواب ۾ علم جو پاڇو ڏسي ڪري هيءُ خيال ٿا ڪن ته سندن، معرفت جي جهان ۾ اهڙوئي درجو آهي جهڙو گول ۾ نقطي جو آهي ۽ جي سجاڳيءَ ۾ حقيقت جو پاڇو ڏسي هيءُ سمجهن ٿا ته هنن حقيقت جي عام ۽ ڪامل جوهر کي پنهنجي قبضي ۾ ڪري ڇڏيو آهي.

مون خلوت نشيني کي انهيءَ لاءِ مناسب سمجهو ته مان انهن ڄاڻن جي دلي دوستي کان گهبرائجي ويو هوس، جي مهرباني کي ڪمزوري جو، درگذر کي بزدلي جو ۽ غرور کي عظمت جو هڪ قسم سمجهن ٿا.

مون علحدگيءَ کي پنهنجي زندگي انهيءَ لاءِ بڻايو جو منهن جو روح انهن دولتمندن سان گڏ رهندي رهندي ٿڪجي پيو هو جي خيال ڪندا آهن

۽ سج چنڊ ۽ تارا سندن خزانن سان
آپري ڪري سندن ئي ڪيسن ۾ لهن
ٿا - انهن ليڊرن کان تنگ ٿي پيو جي
قوم جي اميدن سان کيڏن ٿا ۽ سندس
اکين کي سونهري ڏوڙ ۽ ڪنن کي
سريلن آواز سان پيري ڇڏن ٿا ۽ انهن
پادرين کان تنگ اچي ويو هو جي
ماڻهن کي انهن ڳالهين جي هدايت
ڪن ٿا جن تي پاڻ ڪو عمل نه ٿا ڪن
۽ هنن کان اهڙين شين جا طالب ٿين
ٿا جي پنهن جي نفس کان طلب نه ٿا
ڪن -

مون اڪيلائي کي پنهنجي زندگي
جو مرڪز انهيءَ لاءِ قرار ڏنو جو اڄ
تائين مون کي انسان جي هٿ کان
ڪا اهڙي شيءِ ڪانه ملي جنهن جي
قيمت مون پنهن جي دل سان ادا نه
ڪئي هجي -

مون گوشه نشيني کي انهيءَ لاءِ
چونڊيو جو مون کي هن عظيم الشان
۽ خوفناڪ عمارت کان نفرت ٿي وئي

هٿي، جنهن کي دنيا "تهذيب ۽ تمدن"
جي نالي سان سڏي ٿي - اها عمارت،
جا صنعت ۽ نقاشي جي ڪمالات جو
آئينو ۽ انساني ڪوهرين جي ڍير تي
قائم آهي.

مون ۾ اڪيلائي جي طلب انهيءَ
لاءِ پيدا ٿي جو اڪيلائي ۾ روح ۽
فڪر، قلب ۽ جسم جي لاءِ هڪ
زندگي آهي -

مون ويران جهنگلن ۾ پنهن جو
گهر انهيءَ لاءِ بڻايو جو منجهس سج
جي روشني، گلن جي خوشبوءِ ۽ نهرن
جا گيت آهن -

مون پهاڙن کي پنهن جي رهائش
انهيءَ لاءِ بڻايو - جو منجهن بهار جي
بيداري، گرميءَ جو ولولو، خزان جا
سريلا آلاپ ۽ سردين جا قصد آهن -

مون هن اُجڙيل خانقاه کي انهيءَ
لاءِ وسايو ته سان زمين جي پيدن ڪان
واقفيت ۽ بارگاهِ خداوندي جي ويجهڙائي
حاصل ڪرڻ گهري ٿي -"

هو خاموش ٿي ويو - ڪيس آپ
ساڳي ائين ورتو هو ڇڻ ته هن تمام
وڏو بار پنهن جي سر تان لاهي ڦٽو
ڪيو هجي - سندس اکيون، عجيب و
غريب طلسمي شعاعن سان روشن ٿي
ويون ۽ منهن تي عزت نفس، قصد ۽
قوت جون موجون ڪيڏڻ لڳيس - مان
ٿوري دير تائين هڪ غير معمولي
خوشيءَ جي اثر هيٺ سندس منهن کي
ڏسندو رهيس، مون کي ان ڳالهه جي
بي حد خوشي هئي ته جن لڪل ڳالهين
جي کولڻ جي خواهش هڪ عرصي کان
منهن جي دل ۾ هئي، اهي هن وقت
منهن جي سامهون هيون - آخر ڪيس
مخاطب ٿي ڪري مون چيو:

”اوهان جو ڪجهه فرمايو، بلڪل
بجا ۽ درست آهي - پر ڇا اوهان کي
خبر نه آهي ته سماج جي بيمارين ۽
تڪليفن کي جهڙي طرح اوهان سڃاتو
آهي تنهن مان مونکي پتو پيو آهي ته
اوهان ڪامل طبيب آهيو ۽ هڪ طبيب

ڪي اهو هرگز نہ ٿو چاهي تہ بيمار
جي شفا يا موت کان اڳ سندس
علاج کان پاسو ڪري. دنيا کي اوهان
جهڙن ماڻهن جي سخت ضرورت آهي ۽
اهو انصاف جي بلڪل برعڪس ٿيندو
جيڪڏهين اوهان سماج کي نفعو پهچائڻ
جي طاقت رکندي بہ ڪانئس پاسو
ڪري وڃو."

هو ٿوري دير تائين مون کي غور سان ڏسندو رهيو پوءِ مايوسي ۽ بيزاري جي انداز ۾ چوڻ لڳو:

"دنيا جي پيدائش کان ٿي طبيبن جي
خواهش آهي تہ بيمار کي سندس بيماري
کان نجات ڏيارجي تنهن ڪري منجهانئن
ڪي نشتر کڻي آيا ۽ ڪي دوائون
کڻي آيا، پر افسوس جو سڀ جا سڀ
بغير ڪنهن اميد ۽ ڪاميابي جي مري
ويا. ڪاش! زماني جي گردش جو
ماريل هيءُ مريض بہ پنهنجي گندي
بستري سان چنبڙيو رهي ۽ پنهن جي
پراڻن زخمن سان مائل ٿي وڃي تہ

بس ڪري ويھي ھا! پر نہ! ھو پنھن
جي چادر ڪان ھٿ ڪڍي ٿو ۽ ھر
ان شخص جي ڪچي جھلي گھٽي ڇڏي
ٿو جو سندس علاج يا حال پرسي لاء
اچي ٿو - بي جا ڳالھہ موںکي غضبناڪ
ڪري ٿي ۽ رت ڪي منھنجي رڳن ۾
ڀڙڪندڙ شعلن ۾ بدلي ڇڏي ٿي تہ
ھيءُ خبيث بيمار ڀھريائين تہ طبيب
کي قتل ڪري ڇڏي ٿو ۽ پوء
شرمندو ٿئي ٿو ۽ پنھنجون اکيون بند
ڪري دل جو دل ۾ چوي ٿو:
”سچ ھي ڪامل طبيب ھو.“
— نہ! ادا! دنيا ۾ ڪوبہ انسان سان
پلائي نہ ٿو ڪري سگھي، جھڙيءَ طرح
ڪڙمي، ڪٿي ھو ڪيترو بہ ھوشيار ۽
عقلمند ڇو نہ ھجي پر سردين ۾ فصل
نہ ٿو لڻي سگھي -
محترم! دنيا جو سيارو ختم ٿي
رھيو آھي ۽ تنھن ڪان پوء حسين ۽
دلڪش بھار اچڻ وارو آھي، جنھن ۾
گل باغن جي زينت ھوندا ۽ نھرون
ماٿرين ۾ سريلا سر آلاپيندي يون -“

۾ هڪ ڏڏو ساهه پريو ۽ نرڙ ۾ گهنڊ وجهي
ڪري غمگين انداز ۾ چوڻ لڳو:
”ڪاش مون کي خبر هجي ها ته ڇا
الله انسان جي زندگيءَ کي — ۽ ان
سان منهن جو مطلب زمانو آهي، پنهن
جي سيني تعلقات سان گڏ — انهن
مندن ۾ ورهايو آهي جي پنهن جي
رفتار ۽ رواني جي لحاظ کان عام مندن
سان مشابهت رکن ٿيون؟ ڇا هزارن
ورهين کان پوءِ به روءِ زمين تي ڪا
اهڙي انساني جماعت نمودار ٿيندي جا
روح ۽ سچائي جي اصولن تي زندگي
گذاريندي؟

ڇا ڪڏهين اهڙو زمانو به ايندو
جنهن ۾ انسان کي عزت ۽ بزرگي
حاصل هوندي ۽ هو ڏينهن جي روشني
۽ رات جي آرام کان مزو وٺندي
زندگيءَ جي سڄيءَ پر ۾ ويهندو؟ ڇا
هي خواب ڪوڙو ته نه ٿيندو؟ — ڇا
هي خواب ان وقت ڪوڙو ٿيندو
جڏهين زمين انسان جي گوشت سان

پنهن جي بک ۽ سندس خون سان پنهن
جي اُڃ لاهيندي؟ "

هو اتي ڪڙو تيو ۽ پنهن جو سڄو هٿ آسمان
طرف ڪنيائين ڇڻ ته هن جهان ڪان سواءِ ڪ ٻئي
جهان جي طرف اشارو ڪندو هجي - هو چئي
رهيو هو:

"هي پري جا خواب آهن ۽ هي
خانقاه خوابن جي جڳه ناهي ڇاڪاڻ
ته مان سندس اڳ ۽ سندس ڪنڊ ڪڙڇ
جي هڪ هڪ شيءِ کي چڱي طرح
سڃاڻان ٿو نه فقط ايترو پر هن ماڻريءَ
۽ پهاڙن جي هڪ هڪ ذري ڪان واقف
آهيان - مان هن حقيقت کي يقين جي
حد تائين قبول ڪريان ته مان موجود
آهيان ۽ منهن جي وجود جي گهراين ۾
بک به آهي ۽ اڄ به - مون کي حق
حاصل آهي ته مان زندگي ۾ ڪائڻ پيئڻ
لاءِ انهيءَ ٿانو کي ڪم آئيان جنهن
کي مون پنهن جي هٿن سان ٺاهيو آهي
۽ اهوئي سبب آهي جو مان انسانن جي
دعوتن ۽ دسترخوانن کي لت هڻي

کري هت هليو آيو آهيان ۽ هاڻي
هميشه هت ئي رهندس-“

هو ڪمري جي وچ ۾ گهمڻ لڳو - ان وقت مان سندس گفتگو ۽ انهن سڀني ڳالهين تي غور غور ڪري رهيو هوس جن انساني سماج جي تصوير سندس سامهون اهڙي رنگ ۾ پيش ڪئي هئي جو منجهس يا ته ڏنگيون ڦڏيون ليڪون هيون يا وري ڪارا داغ - آخر مون هيئن چئي کيس ٻيهاريو:

”مان اوهان جي خيال ۽ مقصد جو احترام ڪريان ٿو ۽ هن جي دل ۾ اوهان جي تنها پسندي جي لاءِ عزت آهي پر مان چاهيان ٿو - ۽ چاهڻ افسوس جو سبب آهي — ته اوهان جي گوشه نشيني ڪري هن بدقسمت قوم هڪ اهڙو شخص وڃائي ڇڏيو آهي جو کيس فائدي پهچائڻ ۽ بيدار ڪرڻ تي قادر هو-“

ڪنڌ ڌوڻيندي هن جواب ڏنو:

”هيءَ قوم ٻه ٻين قومن وانگر آهي- چاڪاڻ ته سڀ انسان هڪ فطرت تي

پئدا ٿيا آهن پر جيڪڏهين منجهن ڪو فرق به آهي ته اهو فقط ٻاهرين ڏيک ويک جو آهي جنهن کي ڪابه حقيقت ڪانهي - ان بنياد تي مشرقي قومن جي بدبختي در اصل سڄي دنيا جي بد بختي آهي - جنهن شيء کي اوهان مغربي ترقي سان بيان ڪريو ٿا، اها اجائي غرور جو هڪ ڍانچو آهي، ۽ بس! فريب، فريب ٿي رهندو، پوء ڪٿي سندس نهن چو نه ڪپيا وڃن، ڪوٽ، ڪوٽ ٿي رهندو، ڪٿي مٿس ڪيترو به ملمع ڪيو وڃي - اطلس ۽ ڪيمخاب پهري ڪري ۽ محلن محلاتن ۾ رهي ڪري به ڪوڙ سچ نه ٿو ٿي سگهي ۽ ريلن ۾ سوار ٿي ۽ هوائي جهازن ۾ اڏري ڪري به خيانت، امانت نه بڻجي سگهندي - فاصلن کي ڪچڻ ۽ عناصر کي ٽوڙڻ جي لالچ صبر ۾ بدلجي نه ٿي سگهي ۽ ڪارخانن ۽ مدرسن ۾ ڏوه ڪرڻ سان اهي ڏوه نيڪين ۾ نه ٿا بدلجي سگهن -

— غلامي - زندگيءَ جي غلامـــي ،
ماضيءَ جي غلامي ، اصولن، خصلتن ۽
لباس جي غلامي، مردن جي غلامـــي -
غلامي ٿي رهندي پوءِ جيتوڻيڪ سندس
منهن رنگيو به وڃي يا سندس لبـــاس
بدليو به وڃي - هائو! غلامي، غلامـــي
ٿي رهندي، چاهي هوءَ پاڻ کي آزادي
ٿي چوَ نه چوي -!
نه! منهن جا پيارا! نه مغرب، مشرق کان
زياده ترقي يا فتح آهي ۽ نه مـــشـــرق
مغرب کان زياده پٺتي پيل - انهن ٻنهي
۾ ڪو به فرق ڪونهي - سواءِ هن فرق
جي جو هڪ بگهڙ ۽ ڇراخ ۾ هوندو
آهي - مون سماج جي جدا جدا نظارن
کي ڏٺو — سندن پوٽتان مون کي اهو
ازلي انصاف پسند ناموس نظر آيو ، جو
بد بختي، انڌائپ ۽ جهالت کي هـــڪ
ٿي درجي ۾ رکيتو، جو هڪ قـــوم
کي ٻي قوم تي فضيلت نه ٿو ڏئي ۽
مون بيحد حيرت ۾ پرجي چيو:
جو هڪ جماعت کي ڇڏي ڪري ٻيءَ

جماعت تي ظلم نه ٿو ڪري“

”نهن جو مطلب ته تمدن ۽ سندس نظارا ڪوڙا ۽ ڪوتا آهن؟“

ترش نموني ۾ هن جواب ڏنو:

” هائو! ڪوڙي آهي هيءَ تمدن ۽ ڪوتا آهن سندس سڀ نظارا! هي سڀ ايجادون ڇا آهن؟ سواءِ انهن برائين جي، جن سان عقلن کي ڪوڙي تسلي ڏني وڃي ٿي جيئن ٽيڪ آهي گهبراهٽ ۽ اداسيءَ ۾ وڪوڙيل رهن ٿا ۽ هي فاصلن جي گهٽتائي، پهاڙن ۽ ماٿرين جي برابري ۽ سمنڊ ۽ هوا تي قبضو ڇا آهي؟ سواءِ انهن سڙيل گلن جي، جي نه ته اکين کي ڪو آرام پهچائي سگهن، نه دل جي لاءِ ڪا طاقت بڻجي سگهن، ۽ نه وري روح کي بلندين تائين پهچائي سگهن - باقي رهيا معمه ۽ گجهارتون جن کي علوم ۽ فنون سان تعبير ڪيو ٿو وڃي، سو آهي سونهري زنجير آهن، جن کي انسان سندن چمڪ ۽ چمڪي ڪان خوش ٿي ڪري

گهليندو ٿري ٿو. پر در اصل اِهي
ٻچڙا آهن، جن کي انسان ڪائنات جي
پيدائش جي اوائلي دؤر ۾ ٺي ٺهڻ ۽
سڙڻ سان ناهڻ شروع ڪيو هو ۽ اُهي
نه چاتائين ته سندس سموري ڪاريگريءَ
جو نتيجو صرف اهو نڪرندو جو هو
پنهنجو پاڻ کي انهن ٻچڙن ۾ قيد پسندو.
هائو! انسان جون هي سڀ محنتون،
هي سڀ ڪاميابيون، هي سڀ جهڳڙا
جهٽا ۽ هي سڀ اميدون ڪوڙيون ۽
ڪوتيون آهن. هائو — دنيا جي هر
شيءِ ڪوڙي آهي ۽ زندگي جي هن
سموري ڪتاب ۾ سواءِ هڪ شيءِ جي
ٻي ڪا به شيءِ روح جي رغبت، محبت
شوق ۽ فريفتگي جي قابل ناهي. هڪ
هڪ ۽ صرف هڪ شيءِ آهي.“
مون پڇيو:
”جي — سائين، اِها ڪهڙي شيءِ
آهي؟“
هو هڪ منٽ لاءِ بلڪل چپ رهيو، پوءِ سڄي
تي هٿ رکندي، اکيون بند ڪري چئيائين،
سندس منهن تي چمڪ ۽ مرڪ نمودار ٿي ۽

منجي آواز ۾ هن چيو:

”اها روح جي سجاڳي آهي- اها روح جي بيحد گهراڻ جي بيداري آهي - اهو هڪ خيال، جو نشي ۽ بي خبري جي گڏڙڻ ۾ انسان جي احساسات تي اوچتو حملو ڪري سندس دانائي جي اک کولي ڇڏي ٿو، ۽ زندگي انسان کي نغمن ۾ ويڙهيل رنگين مجلسن ۾ وکوڙيل، زمين ۽ غير محدود فضا جي وچ ۾ هڪ نوراني گنبذ وانگر بيٺل نظر ايندي آهي - اها ضمير هستيءَ جي شعلن مان هڪ شعلو آهي جو هڪدم روح جي اندر ڀڙڪي ٿو ۽ سندس کن ڪچري کي ساڙي خاڪ ڪري، جو روح کي چئني طرفن کان وکوڙيو رهي ٿو، ڦڙ ڦڙائيندو ڪليل هوا ۾ اڏري وڃي ٿو - اهو هڪ جذبو آهي جو انساني قلب تي نازل ٿئي ٿو ۽ هو حيرت ۽ تعجب ۾ ٻڏي ڪري هوش ۾ اچي ٿو ۽ هر ان شيءِ کي ــي حقيقت سمجهڻ لڳي ٿو جا سندس مخالف آهي، هر ان شيء کان ڪراهت

محسوس ڪرڻ لڳي ته جا سنڌس سات
نه ٿي ڏئي ۽ هر ان شخص جي خلاف
بغاوت جو علم بلند ڪريٿو جو سنڌس
رمزن ۽ اسرارن کي نه ٿو سمجهي.
اهو هڪ مخفي هٿ آهي جنهن ان
وقت منهن جي اکين تان پردو مٿي
ڪنيون جڏهين مان پنهنجي مٽن مائٽن،
يارن دوستن ۽ هم وطنين سان اجتماعي
زندگي گذاري رهيو هوس، ۽ سون
حيران ۽ پريشان ٿي ڪري پنهن جي
دل ۾ چيو: ”هي ڪير ماڻهو آهن ۽
۽ منهن جي طرف انهن ڏسندڙن جي
حثيت ڇا آهي؟ مان ڪين ڪيئن
سڃاڻان ۽ ساڻن ڪٿي مليو آهيان؟ مان
وٽن ڇو ٿو رهان ۽ منجهن ڇو ٿو
اٿان ويهان ۽ ساڻن ڇو ٿو ڳالهايان؟
ڇا مان منجهن اجنبي آهيان يا هو هن
ملڪ ۾ اوپرا آهن، جنهن کي زندگيء
منهنجي لاء آباد ڪري سنڌس ڪنجيون
منهن جي حوالي ڪري ڇڏيون آهن!“
هو ٿوري دير لاء خاموش ٿي ويو، ڇڻ نه
گذريل زماني جي ياد سنڌس حافظي ۾ اڀي

تصويرن ۾ ڏنڊلاوان نقش تـــازا ڪري ڇڏيا هجن جن جو اظهار ڪيس پسند نہ هجي - ٿيهندان ٻوء هن ٻانهون ڏ گهيرٻون ۾ رازدارانہ انداز ۾ چوڻ لڳو:

”هي آهي اها ڪيفيت جا چند سـال
اڳ مون تي نازل ٿي ۽ مون دنيـــا
کي لت هڻي ڪري بيدار زندگي گهارڻ
۽ فڪر، جذبي ۽ خاموشي کان فائدو
حاصل ڪرڻ لاء هن ويران جهنگل ۾
هليو آيس -“

هيئن چئي ڪري رات جي اتاهہ گهرائين تـــي نظر ڄمائي هو خانقاه جي دروازي طرف رواتـــو ٿيو - آتي پهچي هن رڙ ڪئي ڄڻ تہ طوفان ســان مخاطب هو -

”هيءَ هڪ بيداري آهي جا روح جي
گهرائين ۾ پئدا ٿئي ٿي ۽ جو ڪيـر
بہ ڪيس چاڻي ٿو تہ اهو گفتگو جـــي
وسيلي سندس اظهار نہ ٿو ڪري سگهي
۽ جو ڪير بہ نہ ٿو چاڻي، اهو قيامت
تائين سندس پيدن کي حاصل نہ تـــو
ڪري سگهي -“

هڪ ڏکي گهڙي فڪر جــي سر گوشين ۽ طوفان جي دانهن ڪوڪن سان هر ڪلاڪ ٿيندي لنگهي وئي، يوسف فخري ڪڏهين ته ڪمــري ۾ گهميو ٿي ۽ ڪڏهين دروازي وٽ بيهي ڪـري چڙيل فضا کي غور سان ڏسڻ لڳو ٿي، پر مـسان خاموش ويٺي سندس روحاني لهرن کي محسوس ۽ سندس اقوال کي، پنهنجي حافظي ۾ تازو ڪـــري رهيو هوس - ان وقت منهن جي فڪر جو موضوع سندس زندگي ۽ اڪيلائي جون آهي لذتـــون ۽ تڪليفون هيون جي سندس زندگي ۾ لـــڪـــل هيون -

رات جي بئي پهر پوري ٿيڻ کان پوء هـو منهن جي ويجهو آيو ۽ ڪجهه دير تائين مون کـــي گهوريندو رهيو جڻ ته پنهن جي حافظـــي ۾ ان

شخص جا مهاندا سانيڻ تي گهريائين جنهن ڪسي
۾ پنهنجي گوشه نشيني جو راز ٻڌايو هو. آخرڪار
سنجيده نموني ۾ چيائين:

"مان هن وقت طوفان ۾ گهمڻ وڃان
ٿو. هيءَ منهن جي عادت آهي جنهن
سان مان گرمي، سردي جي لذت جو
مزو وٺندو آهيان. هان هي وٺ! سگريٽ
۽ قهوي جي ڪيتلي ۽ جيڪڏهين
شراب تي دل ٿئي ته اهو به هن منڪي
۾ آهي. ڏس! موڙ ۽ بسترو سامهون
هن ڪنڊ ۾ آهن ننڊ اچئي ته آرام سان
سمهي پئجانءِ!"

انهين چئي هڪ ميرو ميرو ڪارو ڪوٽ پاتائين
۽ مرڪندي چوڻ لڳو:

"مون کي اميد آهي ته صبح جو ويندي
مهل تون هن خانقاه جو دروازو بند
ڪندي چاڪاڻ ته ميان مجو ڏينهن
مان صنوبر جي وڻن جي جهنڊ ۾ گذاريندس"

هو دروازي جي طرف ويو ۽ هڪ ڏکي لٺ
هٿ ۾ کڻي چيائين:

"جيڪڏهين توکي هن خانقاه جي

آسي پاسي هوا ۾ طوفان ٻيهر ورائي ته
هت اچڻ ۾ اصل دير نه ڪجانءِ ٻـر
مون کي اميد آهي ته تون پاڻ کـــي
طوفان کان بچڻ نه پر محبت ڪـرڻ
سيکاريندي - چڱو! شب بخير!!"

هيئن چئي جلدي اتان هليو ويو - مـان خانقاه جي دروازي تي بيهي ڏسڻ لڳس ته هو ڪيڏانهن ويو پر اونداهيءَ کيس منهن جي اکين کان رويوش ڪري ڇڏيو، البت ڪجهه دير سندس قدمن جو آواز منهن جي ڪنن ۾ ايندو رهيو -



صبح ٿيو، طوفان ختم ٿي چڪو هو ۽ ڪڪر تڙي پکڙي ويا هئا. آسي پاسي جون چيڙون ۽ ميدان سج جي روشني ۾ چمڪي رهيا هئا. سون خانقاه جي دروازي ۾ ڪلف هنيون ۽ پنهنجي روح ۾ ان معنوي بيداريءَ جو گهرو اثر ڪاسي واپس ٿيس، جنهن جي باري ۾ يوسف نخري ايتري قدر شدت سان پنهن جي خيال جو اظهار ڪيو هو.

پر جڏهين آبادي جي ويجهو پهتس، ماڻهن کي گهمندو ڦرندو ڏٺم ۽ سندن آواز منهن جي ڪنن تائين پهتا تڏهين مان بيهي رهيس ۽ پنهن جي دل ۾ چوڻ لڳس:

”بيشڪ روح جي بيداري انسان لاءِ
سڀ کان زياده ضروري آهي حقيقتا
آهائي هستيءَ جو انجام آهي. پر جيا

تمدن پنهنجي جدا جدا لبـاســن ۽
صورتن سان گڏ روح جي سجاڳيءَ جو
وسيلو ناهي؟ اسين موجود حقيقتن کان
ڇا جي ڪري منهن مٽيون جڏهين سندن
وجود ئي سندن ڪم اچڻ جو پــورو
دليل آهي - ٿي سگهي ٿو ته موجوده
تمدن هڪ تباهي رسندڙ ”سامان“ هجي
پر الله تعاليٰ ”اعراض“ ڪـي هــڪ
ڏاڪڻ بڻايو آهي جنهن جا ڏاڪــا
”جوهر مطلق“ تائين وڃي ختم ٿين ٿا.

تنهن کان پوءِ مان وري ڪڏهين به يوسف فخري سان ملي نه سگهيس ڇاڪاڻ ته زندگــيءَ جــي ضروريات مون کي خزان جي سند جي آخري ڏينهن ۾ اتر لبنان کان گهلي ڪري ڏورانهين ملــڪ ۾ ڦٽو ڪيو، جتان جا طوفان اونداها ٿين ٿا پر جتي اڪيلائي جنون جو هڪ قسم آهي.



# قبر کوٽبندڙ

رات جو وقت هو، فضا تي خوفناڪ خاموشي ڇانيل هئي ۽ تارا ڪڪرن ۾ روپوش ـــــ ماڻ اڪيلو ”وادي ظل حيات“ جي طرف نڪري ويس جا مردن جي هڏن ۽ ڪوپرين سان پري پئي هئي.

اتي ـــــ ڏڪن سورن جي واهڙ ڪناري، جو ڪپر نانگ وانگر وڙبو سڙبو ۽ گنهگارن جي خوابن وانگر هڏڪيون ڪائيندو وهي رهيو هو، ماڻ پاڇن جي رازدارانه ڳالهين تي ڪن ڏئي ۽ هڪ خيالي نقطي تي نگاهون کوڙي ويهي رهيس.

جڏهين رات ڍري ۽ روح پنهن جي جاين ماڻ ٽولس جا ٽولا نڪنا ته مون وزني قدمن جو کڙڪو پڌو جو آهستي آهستي منهن جي ويجهو پوندو ويو. مون مڙي ڏٺو: هڪ هيبت ناڪ ديو مثل پاڇو

منهن جي سلهون بيٺو هو.
ڊچندي ڊچندي مون پڇيس:
”تو کي مون کان ڇا گهرجي؟“
هن منهنجي طرف ڏٺو. سندس اکيون ڏاڍيون
وانگر روشن هيون. مزي سان هن جواب ڏنو:
”ڪجهه ته گهرجي ۽ سڀ ڪجهه به گهرجي!“
مون چيو:
”مون کي منهن جي حال تي ڇڏ ۽ پنهن جي
راه وٺ!“
مرڪندي هن جواب ڏنو:
”منهن جي راه اها ئي آهي جا تنهن جي راه آهي.
اتي ئي وڃي رهيو آهيان جتي تون وينديس ۽
اها ئي منهنجي منزل آهي جا تنهن جي منزل آهي.“
مون چيو:
”مان اڪيلائي جي تلاش ۾ نڪتو آهيان، مون
کي اڪيلو ڇڏي ڏي—“
هن جواب ڏنو:
”اڪيلائي ته مان آهيان پوءِ تون مون کان
ڇو ڊڄين؟“
مون چيو:
”مان ته توکان ڪونه ٿو ڊڄان!“

هن چيو:

”جيڪڏهين تون مون کان نه
ٿو ڊڄين ته پوءِ منهن جــي اکيـــان
اهڙي طرح ڇو ڪنبي رهيو آهيـــن؟
ڇو نه هوا جي اکيان تاري!“

مون جواب ڏنو:

”مان ته نه ٿو ڊڪان، منهنجا ڪپڙا
هوا جي جهوٽن سان لڏي رهيا آهن-“

هو هڪ ٽهڪ ڏئي کليو، سندس آواز طوفـان
جي گوڙ سان مليو ٿي - هن چيو:

”تون بزدل آهين ۽ مون کان ڊڄي
رهيو آهين نه فقط ايترو پر پنهـن جـو
خوف ظاهر ڪندي به تنهنجو ساه سڪي
رهيو آهي تنهنڪري تون پيٽي خـوف
۾ مبتلا آهين پر تون پنهنجي بزدلـيءَ
تي مڪر ۽ فريب جو پردو وجهـــن
گهرين ٿو جو ڪوريئڙي جي ڄـاري
کان به زياده گهٽ حيثيت رکنـدڙ ۽
ڪمزور آهي - تنهنجي انهيءَ حرڪت
تي مون کي کل به اچــي ٿــي ۽
ڪاوڙ به.“

هو هڪ چپ ٿي ويهي رهيو ۽ پنهنجي مرضيءَ جي خلاف مون کي به سندس پرسان ويهڻو پيو. منهنجون نظرون سندس پيانڪ مهاندن تي ڪتل هيون.

ٿوري دير کان پوءِ، جا منهنجي لاءِ هزار سالن جي برابر هئي، هن نٿول ڪنڌ نظرن سان منهن جي طرف ڌسي ڪري پڇيو:

”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

مون چيو:

”عبدالله!“

چوڻ لڳو:

”ڪيترا نه بيشمار آهن الله جا بندا ۽ ڪهڙيون ڪهڙيون نه مشڪلاتون خدا کي پنهنجي بندن جي ڪري پيش اچن ٿيون! تون ڀاڻ کي ”شيطان اعظم“ ڇو نه ٿو چوين ۽ اهڙي طرح شيطانن جي مصيبتن ۾ نئين مصيبت جو اضافو ڇو نه ٿو ڪرين؟“

مون چيو:

”منهنجو نالو عبدالله آهي ۽ هي اهو پيارو نالو آهي جو منهن جي پيءُ منهن

جي ٻڌڻ جي ڏسهن سنهنجي لاءِ پسند
ڪيو هو - مان هنڪي ڪيئن ٻئي ناليِ
سان بدلينديس!"

هن چيو:
”پيءُ جا انعام اڪرام، نوازشون ۽
مهربانيون ئي پٽ جي تباهي ۽ بربادي
جو ڪارڻ آهن، جو شخص پنهنجو پاڻ کي
پيءُ ڏاڏي جي نوازشن کان محروم نه
ٿو ڪري هو مرندي دم تائين مردن
جو غلام رهيتو!“

مون ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو ۽ سندس پر معنيٰ لفظن تي غور ۽ پنهنجي حافظي ۾ انهن خيالن جون چٽساليون تازيون ڪرڻ لڳس جن حقيقت سان مشابهت تي رکي ته هو مڙيو ۽ مون کان پڇڻ لڳو:

”تون ڪندو ڇا آهين؟“

مون جواب ڏنو:

”مان شاعر به آهيان ۽ پارکو بہ ـ
زندگي جي باري ۾ منهنجا ڪي خاص نظريہ آهن جنکي دنيا جي اڳيان پيش ڪرڻ منهنجو ڪم آهي ـــ.“

مون چيو:

”هي هڪ قديم ۽ چڱي ڀلي خدمت آهي جا دنيا لاءِ نہ تہ فائديمند آهي ۽ نہ نقصانڪار.“

مون سوال ڪيو:

”تہ پوءِ ماڻهو پنهنجي ڏينهن ۽ رات لاءِ ڪهڙو ڪم پيدا ڪريان جنهن کان دنيا کي فائدو رسي؟“

هن جواب ڏنو:

”قبر کوٽڻ جو ڌنڌو اختيار ڪر، ۽ زنده ماڻهن کي انهن جسمن کان نجات ڏيارجي سندن جاين، عدالتن ۽ عبادت گاهن جي چوڌاري جمع آهن.“

مون چيو:

”مون تہ ڪڏهين مرده جسمن کي گهرن جي چوڌاري مڙيل نہ ڏٺو.“

هن جواب ڏنو:

”تون ظاهري ۽ مٿاڇري نظر سان ڏسين ٿو، ماڻهو توکي زندگيءَ جي طوفانن جي سامهون ڏڪندا نظر اچن ٿا ۽ تون سمجهين ٿو تہ اهي زنده آهن

جيتوڻيڪ اهي در حقيقت پڻداشي
تي مرده آهن جيئن ته ڪين ڪوئ ن
دفن ڪرڻ وارو ڪوناهو ملي تنهنڪري
هو زمين تي پيا رهن ٿا ۽ سندس
ڪيئن ڪاڏل جسمن مان بدبوء نڪرندي
رهي ٿي۔"

مون ڪجهه دل جهلي پڇيو:

" اسين زنده ۽ مرده ۾ ڪيئن سڃاڻپ
ڪري سگهون ٿا؟ جڏهين ٻئي طوفان
جي سامهون ڏڪن ٿا۔"

هن جواب ڏنو:

"مردا طوفان جي اڳيان ڏڪندا
ڪنبندا رهن پر زنده ساڻس گڏو گڏ
ڊڪندا رهن ٿا ۽ جيستائين اهو پاڻ نه
بيهي وڃي، نه ٿا بيهن۔"

هن پنهن جي ٻانهن تي ٽيڪ ڏني، سندس مضبوط عضوه سدا بهار بلوط جي وڻ جي پاڙن مثل هئا، جي زندگي ۽ ارادي سان پر هونديون آهن۔ تنهن کان پوء هن مون کان پڇو:

"ڇا تنهن جي شادي ٿيل آهي؟"

مون جواب ڏنو:

”جي، هائو! منهن جي زال حسن ۽
جمال جي ديوي آهي ۽ مان ڪيس
پنهن جي جان کان به وڌيڪ گهرندو
آهيان.“

هو چوڻ لڳو:

”افسوس! تهن جون خطائون ۽
ڪمزوريون ڪيتريون نه بيشمار آهن!
شادي ڇا آهي؟ هڪ جاري ۽ دائم
قوت جي غلاميءَ جو ڦندو جو انسان
جي ڳچيءَ ۾ وڌو وڃي ٿو! جيڪڏهين
تون گهرين ٿو ته آزاد زندگي گهارين
ته پنهنجي زال کي طلاق ڏي ۽ سڀ
کان الڳ رهه!!

مون چيو:

”مون کي ٽي ٻار آهن. سڀ کان
وڏو ته ٻال سان راند ڪندو آهي ۽
سڀ کان ننڍو ته اڃان چڱي طرح
ڳالهائي به نه ٿو سگهي. ٻڌاءِ! مان
کين ڇا ڪريان؟“

هن جواب ڏنو:

”کين به قبر کوٽڻ سيکار ۽ هرهڪ

ڪي هڪ هڪ ڪوڙ ر ڏئي ڪري
پنهنجي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏين۔"
مون چيو:
"مون ۾ علحدگي ۽ اڪيلائي سهڻ جي
همت ناهي پيو ته مان پنهن جي زال ۽
ٻچن سان گڏ زندگي جي خوشين ۾ان
حصي وٺڻ جو عادي ٿي چڪو آهيان۔
هائي جيڪڏهين مان ڪين ڇڏي ڏيان
ته انجي نتيجي ۾ منهنجي سعادت ۽
خوش بختي مون کان کسجي ويندي۔"
هن چيو:
"زال ۽ ٻچن جي وچ ۾ مرد جي زندگي
هڪ بدبختي کان سواء ٻيو ڪجهه ناهي
جنهن تي سفيد پالش چڙهيل آهي ٻـر
جيڪڏهين شادي تنهنجي زندگيءَ جو
لازم جزو آهي ته ٻوءِ ڪنهن "جن"
جي ڌيءَ سان شادي ڪر۔"
حيرت ۾ پرجي مون چيو:
"جن" جو ڪوئي وجود ڪونهـي
آخر تون مون کي ڏوکو ڇو ڏئـي
رهيو آهين؟"
هن جواب ڏنو:

”افسوس! تون ڪيترو نہ جاهل آهين!
”جن“ کان سواء ڪوئي وجود نـــي
ڪونهي - ۽ اهو شخص جنهن ”جنن“
سان ڪوبہ تعلق نہ رکيو سو هميشـــہ
شڪ ۽ شبه جي دنيا ۾ رهيو!“
مون پڇيو:
”چا (جنن) جون ڏيئر حسين ۽ جميل
تين تيون؟“
هن جواب ڏنو:
”سندن حسن لازوال ۽ سندن جمـــال
لافاني آهي!“
مون چيو:
”جيڪڏهين تون مون کي ڪنهـــن
”جن“ جي ڌيءَ ڏيکارين تہ مونکـــي
داجاء تئي -“
هن چيو:
”جيڪڏهين تون ”جن“ جي ڌيءَ
کي ڏسي ۽ چهي سگهين ها تہ پـــوء
مان توکي ساٹس شادي ڪرڻ جـــي
صلاح چو ڏيانء ها!“
مون جواب ڏنو:
”اهڙي زال مان ڪهڙو فائدو جنهـــن

كي نه ڏسي سگهجي ۽ نه وري ڇهي سگهجي؟"

هن چيو:

"هو، هڪ نفع آهي پر ديرحاصل، جنهنجي نتيجي ۾ عام مخلوق ۽ زنده لاشن کان نجات ملي وڃي ٿي، جي طوفان جي سامهون ڏکن ۽ ڪنبن ته ٿا پر سائس سات نه ٿا ڏئي سگهن."

هن ڪجهه دير لاءِ منهنجي طرف کان منهن ڦيري ڇڏيو ۽ تنهن کان پوءِ وري مڙيو ۽ مون کان پڇڻ لڳو:

"تنهن جو مذهب ڪهڙو آهي؟"

مون جواب ڏنو:

"مان خدا تي ايمان رکان ٿو ۽ پيغمبرن جي عزت ڪيان ٿو، فضيلت ۽ بزرگي کي محبت جي قابل سمجهان ٿو ۽ آخرت جو اميدوار آهيان."

هن چيو:

"هي آهي لفظ آهن جن کي غير قومن گهڙيو ۽ غير شعوري تقليد تنهن جي زبان تي جاري ڪري ڇڏيا. پر اصل حقيقت هي آهي ته تون پنهجي نفس

کانسواءِ ڪنهن تي ايمان نٿو رکين.
ان کان سواءِ ڪنهن جي عزت نٿو
ڪرين. سندس خواهش کان سواءِ
ڪنهن کي محبت جي قابل نٿو سمجهين
۽ سندس لازواليت کان سواءِ ٻي
ڪنهن به شئي جو اميدوار نه آهين.
انسان پيدائش واري ڏينهن کان پنهن
جي نفس کي پوڄيندو رهيو آهي
پر پنهن جي ارادن ۽ خواهشن جي
اختلاف جي سبب ڪري ڪيس جدا
جدا نالن سان بيان ڪري ٿو. ڪڏهين
هو ڪيس "بعل" ۽ "مشتري"
جي نالن سان سڏي ٿو ۽ ڪڏهين
"خدا جي نالي سان."

هو ڪليو، سندس شڪل تي نئول ۽ ٿوڪ
جو نقاب پيل هو. گفتگو جي سلسلي کي جاري
رکندي هن چيو:

"پر ڪيتري نه قدر عجيب آهن اهي ماڻهو
جي پنهنجي نفس جي پوڄا ڪن ٿا ۽ سندن نفس
سڙيل لاش کانسواءِ ٻيو ڪجهه ناهين!!"

مان ٿوري دير تائين سندس ڳالهين تي غور
ڪندو رهيس. مونکي منجهن زندگي کان

زياده عجيب، موت کان وڌيڪ ڊيڄاريندڙ ۽ حقيقت کان زياده عميق معنيٰ نظر آئي -

منهن جو فڪر سندس اقوال جي خوبين ۾ گم، ۽ منهن جا جذبات سندن اسرارن ۽ رمزن کي کولڻ لاءِ پڙڪي اٿيا -

مون رڙ ڪري چيو:

”جيڪڏهين تنهن جو ڪو خدا آهي،

۽ مان تو کي آن جو قسم ڏئي پڇان

تو تي مهربان نکي ٻڌاءِ! تون ڪير آهين؟:

هن جواب ڏنو:

مان پنهن جي نفس جو پروردگار آهيان.“

مون پڇيو:

” تنهن جو نالو ڇا آهي ؟“

جواب مليو:

” مجنون جو خدا ! “

مون دريافت ڪيو:

” تون پيدا ڪٿي ٿيو آهين ؟“

جواب ڏنائين:

” هر جڳهه “

مون سوال ڪيو:

” ۽ تون ڪڏهين پيدا ٿئين ؟ “

جواب ۾ چيائين:
"هر زماني ۾."
سون وري پڇيو:
"تون فلسفي جي تعليم ڪٿان ڪان حاصل ڪئي؟ اهو ڪير آهي جنهن تو کي زندگي جي اسرارن ۽ هستي جي پيدائش جي خبر ڏني؟"
هن جواب ڏنو:
"مان فيلسوف ناهيان چاڪاڻ ته فلسفو ته ڪمزور انسانن جي صفتن مان هڪ صفت آهي پر مان قوي دبوانو آهيان، جڏهن هلان ٿو ته زمين منهن جي پيرن هيٺان ڏڪي ٿي ۽ جڏهن بيهان ٿو ته تارن جي رفتار بيهي وڃي ٿي. مون انسان مان چرچو ڪرڻ شيطانن کان سکيو آهي ۽ وجود ۽ عدم وجود جا راز منهن جي سمجهه ۾ ان وقت آيا آهن جڏهن مون" جنن جي بادشاهن ۽ رات جي پر اسرار ۽ طاقتور هستين جي ياري دوستي حاصل ڪئي."

مون دريافت ڪيس:

"توهان اٺانگن لنگهڻ وارين ماٺرين ۾ ڇا ڪندا آهيو؟ ۽ پنهنجا ڏينهن ۽ راتيون ڪيئن گذاريندا آهيو؟"

هن جواب ڏنو:

"صبح جي وقت مان سج سان گستاخيون ڪندا آهيان، پيپري جو انسان تي لعنت ڪندا آهيان، شام جو فطرت سان کل ٺٺوليون ڪندا آهيان ۽ رات جو پنهنجي نفس جي اڳيان جهڪي سندس پوڄا ڪندا آهيان."

مون پڇيو:

"توهان ڇا کائيندا پيئندا آهيو ۽ ڪٿي سمهندا آهيو؟"

هن جواب ڏنو:

"مان، زمانو ۽ سمنڊ ڪڏهين به نه ٿا سمهون. اسان جي بک جو سامان انسانن جو جسم ۽ اسان جي اڃ جو سامان سندن خون آهي."

هو اٿي کڙو ٿيو ۽ منهن جي منهن تي نگاهون کوڙي آهستي چوڻ لڳو:

” چڱو ھاڻـي موڪلائي ! وري ملنداسين.
هاڻي مان اتي وڃي رھيو آھيان جتي جـن ڀوت
جمع ٿين ٿا. “

مون آواز ڏيندي چيو :

” ھڪ منٽ جي مهلت اچا گهرجي ! مونکي
ھڪ ڳالھ پڇڻي آھي ! “

رات جي اونداھين ۾ گم ٿيندي ھن جواب ڏنو:

” خدا جا ديوانا ڪنھن کي بہ مهلت نہ ڏيندا
آھن - چڱو ، موڪلائي ! ورِي ملنداسين ! “

ھو مونکي حيرت ۽ خوف جي ڪشمڪش ۾
مبتلا ڇڏي ڪري اونداھي جي پردن ۾ روپوش
ٿي ويو - جڏھين مان پنھنجي جاء تان ھليس تہ
سندس آواز بلند ۽ اوچين چيڙن ۾ پڙاڏو ٿي رھيو ھو:-

” چڱو موڪلائي ! ورِي ملنداسين !! “

” چڱو موڪلائي ! ورِي ملنداسين !! “

ٻئي ڏينھن مون پنھنجي زال کي طلاق ڏئي
ڪري ھڪ ”جن“ جي ڌيء سان شادي ڪئي ۽
پنھنجن ڌھي پٽن کي ڪوڏرون ڏئي تاڪيد ڪيم
تہ جتي بہ ڪو زندہ لاش ڏسو نہ کيس زمين ۾
دفن ڪري ڇڏيو -

ان ڏينھن کان وٺي اج ڏينھن تائين مـــان

قبرون كولينـد و ۽ منجهن مردن كـي دفن ڪند و آهيان - پر اڪيلو آهيان ۽ لاش زياده - وري بيو ڪوئي اهڙو ناهي جو هن مقدس ڪم ۾ هٿ ونائي -



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)